گلشن پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر- 84

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | گانڌيجي |
| ليکڪ | : | موهن پنجاپي |
| موضوع | : | مضمون |
| ڇپائيندڙ | : | گلشير بلوچ، گهر نمبر H.C.B. 1816 ممتاز ڪالوني، قاضي عبدالقيوم روڊ، حيدرآباد سنڌ. |
| ڪمپيوٽر لي آئوٽ | : | موهن لال مڪواڻا ۽ هوت ميگهواڙ |
| ڪمپوزنگ | : | انٽيل ڪميونيڪيشنز، ممتاز مارڪيٽ، ڪورٽ روڊ، حيدرچوڪ، حيدرآباد. |
| ڇاپو پهريون | : | 1945ع |
| ڇاپو ٻيو | : | 2004ع |

GHANDIJI
By Mohan Panjapi,
Published by Gulsher Baloch, Gulshan Publicatic.., H.C.B-1816,
Mumtaz Colony, Qazi Abdul Qayoom Road, Hyderabad, Sindh.
Composed by Mohan Lal Makwana & Hot Meghwar
Intel Communications, Hyderchowk, Hyderabad.
First Edition: 1945
Second Edition: 2004
Book No. 84

# سنڌاءُ

# پبلشر پاران

مهاتما گانڌي جو اصل نالو موهنداس ڪرمچند گانڌي هو، ڪيس باپوجي بہ چوندا هئا. باپوجيءَ دل جو صاف سٿرو، مضبوط، اٽول ۽ ٻي ڏيو انسان هو. پنهنجي ارادي جو پختو ۽ پڪو هو منجهس مغروري، وڏائي ۽ اجائي ناهہ نوهہ نہ هوندي هئي. هن ۾ قربانيءَ جو جذبو انتها درجي جو هو.

باپوجيءَ کي ڳوٺن ۾ گذاريندڙن جي حالت سڌارڻ جو تمام گهڻو اونو هوندو هو. جن جي ڪمائيءَ تي شهرن ۾ رهڻ وارا آرام جي زندگي گذاري رهيا آهن ۽ ويچارا ڳوٺاڻا انهن سورن ۾ سڙي رهيا آهن. ڪين وقت تي پيٽ ڀري کائڻ لاءِ يا انگ ڍڪڻ لاءِ پورو اوڇڻ بہ نہ آهي. اهوئي سبب آهي جو مهاتما گانڌي پنهنجي ساري زندگي سادي گذاري ۽ پنهنجي وطن کي آزادي ڏياري.

هي ڪتاب "مهاتما گانڌي" موهن پنجابيءَ مختلف ماڻهن جا گانڌيءَ تي لکيل مضمون گڏ ڪري سال 1945ع ۾ ڇپرايو آهي. جنهن کي ٻيهر آزاديءَ کان پوءِ پهريون ڀيرو "گلشن پبليڪيشن" ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي.

21-12-2003 گل شير بلوچ

# ٻه اکر

هن چؤگول جي سون ملڪن مٿان سمان نئين سر ڪارن ڪڪرن سان ڇانئجڻ لڳو آهي. ويهه ورهيه اڳي هڪ مهاڀاري لڙائيءَ ٻيءَ تهان مهاڀاڙي لڙائي جو ٻج پوکيو.ا ج لوڪشاهيءَ جا حامي انگلنڊ ۽ آمريڪا ۽ سميواد جو حامي روس (رشيا) ايندڙ سرو وياپي يڌ جي سامگري تيار ڪري رهيا آهن. انسان جي عقل جي ترقيءَ جي حد نه رهي آهي. ائٽامڪ بم گولو (پرماڻ بم گولو) ته شروع جي ڳالهه آهي. اجا ته ٻيا ان کان به ڀيانڪ شستر پئدا ٿيٺا آهن. ٻئي پاسي انسان ۾ دٻيل پشو پڻي جي حد نه رهي آهي. جنگ جي ميدانن جي هاٺوڪي وحشاني خونا خوني چٽيءَ ريت اکين اڳيان آئي سگهون ته پاڻ کان پڇڻ لڳون:

”اڙي انسان! تون ڪاڏي پيو وڃين؟ تون سڌريو آهين، ڪين وري جهنگل نواسي بگهڙ بڻيو آهين؟“ ڪير چوي ڪڏهن، ڏهن سالن بعد

ڪي ويهن سالن بعد، وري اسين انساني بگهڙ سموري وگياني ترقي هڪ ٻئي جي خون وهائڻ ۽ رت پيئڻ ۾ ڪم آڻينداسين!

جڏهن اهڙا ڪڪر ڪارونيا انساني سڀيتا مٿان اوندهه ڪيو بيٺا آهن، تڏهن منجهن ئي هڪ چانديني ليڪ تجلو ڪڍڻ لڳي آهي. اڄ رڳي ليڪ آهي. ڪير چوي ڪڏهن، پلي صدين جي ڪشالن بعد، اها چانديني ريکا وڏي ڪارن ڪڪرن کي اڃائي سڄي آسمان کي ٻهڪائي ڇڏي.

مهاتما گانڌي اها چانديني ليڪ ڪڍڻ شروع ڪئي آهي. هر سوال ۾، هر ميدان ۾، هر سنگرام ۾ نيتڪ ۽ آتمڪ شڪتيءَ وسيلي ئي پنهنجو واڌارو ڪرڻ، اهو پيغام هي پنجاهه سال ٻئي انسان جي ڪن ۽ هردي تائين رسايو آهي. اهو روحاني هٿيار هلائيندي ئي انسان، حقيقي انسان، ٿي سگهي ٿو. اسين جي رڳو ٻڃنگها ڳالهائيندڙ پسون ئي ٿي رهجي نه وڃڻا آهيون ته پوءِ اسان جون اکيون انهيءَ چانديني ريکا ڏي ورن؛ اسانجو من انهيءَ چانديني ريکا جو صحيح مطلب سمجهي؛ اسان جي دل انهي صحيح مطلب تي عمل ڪري. اڄ اسان مان ڪيترا اهو سمجهي ڪونه ٿا سگهن ته مهاتما گانڌي کو ڪنهن پراڻي ردي ڪٽيل نڪمي سڀيتا جو نيتا نه آهي؛ پر هو ايندڙ يگ جي منش ڪرانتيءَ جو انقلابي اولياءُ آهي. اسان جا پويان اهو محسوس ڪندا. اسين به انهيءَ چانديني ريکا جي ڪجهه جهلڪ پسون شال!

اميد اٿم ته نوجوان موهن پنجابيءَ جي هن ننڍڙي پيٺا جي پٽي پٽي مان پڙهندڙن کي اهو چانديني ترورو نظر ايندو.

جئرامداس دولترام

حيدرآباد سنڌ
25-9-1945

# گانڌيجي

## 77 جنم ڏينهن جي موقعي تي

انهن جانباز ۽ گمنام قومي سپاهين جي
قدمن ۾ جن آگسٽ 1942 واري آزادي جي
آهنسڪ ۽ اتهاسڪ آندولن ۾ لنين ڪي
للڪار ڪئي، گولين اڳيان سينا ساهي بيٺا،
لوهي سيخن پٺيان باند رهيا، پنهنجو اگر
تگر آزاديءَ جي راه ۾ رکيائون، ذر بدر
ڀٽڪيا، مرڪندي ۽ مشڪندي سوريءَ جي
سيج تي سمهيا، جيڪي اڄ بہ برطانيہ جي
پورهيت وزارت جي شاهي بنديخانن ۾ باند
آهن ۽ جن پنهنجي جسم جو خون ڏيئي
آزاديءَ جي باهہ جا اُلا اُڏامندائي رکيا آهن!

# درڪار گانڌي

ٿلهہ: گلزار هند جو گل بيخار گانڌي آهي،
ڀارت جو لاڏلو پر اسرار گانڌي آهي.

1- آهي ڏسڻ ۾ سادو اخلاق ۾ اتاهون،
ڪنڊ ڪڙڇ ۾ دنيا جي نروار گانڌي آهي.

2- شخصي تہ ڇا سياسي نقطہ کان آهي اعليٰ،
دنيا جي ليڊرن جو سردار گانڌي آهي.

3- ڏاڍو رهي دکي تہ ڏسي ديش جي دردشا،
غريبن ۽ اڌين جو آڌار گانڌي آهي.

4- جادوءَ مثل رکي ٿو هر لفظ ۾ اثر هو،
اهنسا ۽ ستيا جو اوتار گانڌي آهي.

5- دنيا کي نئين روشني ۾ آندو آهي ٻيڙي،
هند سنڌ تہ ڇا دنيا جو دلدار گانڌي آهي.

6- هر قوم جو رهنما هر ڏس ۾ ٿي رهي ٿو،
محبت وطن، وطن جو منثار گاي آهي.

7- مري بہ وطن، غير جي هٿ مان ڇڏايو هاڻي،
هروار بار بار هيءَ پڪار گانڌي آهي.

8- نئين سال آرزو "ناشاد" تنئيس پوري،
اڄا سال گهٽا ديس کي درڪار گانڌي آهي.

پيسو "ناشاد"

# ڳوٺڙن جو سڌڙو سڌو!

منهنجو اهو پڪو وشواس آهي جنهن جو مون انيڪ دفعا اظهار پڻ ڪيو آهي، تہ هندستان جي سچي صورت ۽ دولت ٿورن شهرن ۾ نہ بلڪ ستن لکن ڳوٺن ۾ ئي پائي سگهبي. پر اسان شهر جي رهاڪن کي خام خيال ويٺل آهي تہ هندستان شهرن ۾ ئي سمايل آهي ۽ ڳوٺ اڏيل آهن صرف اسان جي احتياجن ۽ گهرجن جي پورائيءَ ڪرڻ واسطي، اسان اهو ڪڏهن ڪين ويهي ويچاريو آهي تہ انهن ڪنگال ڳوٺاڻن کي پيٽ لاءِ روٽي ۽ انگ ڍڪڻ لاءِ ڪو اوڇڻ ملي ٿو يا نہ. مينهن جهڙ ڪان مٿو لڪائڻ لاءِ ڪا ڇنل ڇت بہ اٿن؟

مون ڄاڇيو آهي تہ اڪثر ڪري شهر جي رهاڪن، ڳوٺاڻن کي پٺي پيڙيو ۽ لٽيو آهي. حقيقت ۾ شهري ماڻهو ڳوٺاڻن جي خون تي ئي رهن ٿا. ڪيترن برطانوي عملدارن هندوستانين جي بدتر ۽ قياس جوڳي درد بابت گهڻيئي ڪجهہ لکيو آهي. اهڙو هڪ بہ ليکڪ مون ڪونہ ڏٺو آهي، جنهن جو ڪڏهن ائين لکيو هجي تہ ڀارت جي ڳوٺاڻن کي پاڻ پالڻ لاءِ ڪو روٽيءَ ٽڪر بہ پورو ملي رهيو آهي. انگ ۽ اجهو تہ دور رهيو، اٽلندو انهن اهو قبول ڪيو آهي تہ ساري آدم جو گهڻو حصو فاقہ ڪڍي رهيو آهي، ڏهہ سيڪڙو آدم اڌ پيٽ ڀري کائي ٿو ۽ باقي ڪروڙين تہ لوڻ ڦڪ، مرچن، روٽي ڀور يا چانورن جي لپ تي شڪر ڪيو وڃا گذارين.

اها پڪ ڪري ڄاڻجو تہ اگر اسان مان ڪوبہ اهڙي ڪاڌي تي گذران ڪري تہ هڪ مهيني کان وڌيڪ زنده رهي نہ سگهندو يا تہ

سندس دل، دماغ ۽ روح ٿيئي ڏانوا ڏول ٿي ويندا. ان هوندي بہ اسان جا ڳوٺاڻا اهڙي جاتي گذاري رهيا آهن.

ساري آدمشماريءَ جو 75 کن سيڪڙو کيتيءَ ۾ رڌل آهي. جيڪڏهن اسين انهن جي محنت جو سمورو يا گهڻو اُجورو يا ڪمائي پاڻ کٽي وجون يا ٻئي ڪي، ائين ڪرڻ لاءِ صلاح ڏيون تہ پوءِ اسان ۾ آزاد حڪومت لاءِ چاهنا ڪنهن بہ ڪم جي نہ آهي.

ڳوٺاڻن خلاف ڪيل گهڻن گناهن ۽ ڏوهن لاءِ اسين قصور وار آهيون. هڪ ئي رستو آهي ٻچڻ جو تہ سندن هنرن ۽ ڪلا کي همٿائي، ڦٽل هنرن کي نئين سر جيئاريون.

ڪين ڏيڪارڻو آهي تہ گهٽي خرچ ۽ ڪٽراڳ ڪانسواءِ هو پاڄيون ۽ باغات پوکي ۽ تندرست صحت رکي سگهن ٿا. ڪين اهو پڻ سيکارڻو آهي تہ پاڄين جي پنن کي رڌڻ سان انهن منجهان قوتي جزا سمورا ناس ٿيو وڃن.

ڪين اکرن جو علم ڪونہ سيکارڻو آهي. سندن ڏتڙيل مالي حالت جو منجهن احساس اڻاري، ڪين اهو ذهن نشين ڪرائي، طريقو ٻڌائڻو آهي تہ ڪيئن ان کي بهتر بنائين، اڄڪلهہ هو جڻ مشين جي پرزي وانگر هلي رهيا آهن. پنهنجي اردگرد جي ڪابہ ذميواري محسوس نہ ٿا ڪن. ڪم ڪندي ڪابہ خوشي ۽ اميد منجهن ڪونہ ٿي ٻکي.

ڳوٺاڻن کي سيکارڻو آهي تہ وقت، پئسي ۽ صحت جو صرفو ڪيئن ڪجي. لايونل ڪرٽس اسان جي ڳوٺڙن کي "گوبرن جا ڍير"، يا "چيٽي جا گدام" ڪري سڏيو آهي. انهن کي بدلائي سهڻو ۽ سندر بنائڻو آهي. اسان جا ڳوٺاڻا کليل ۽ تازي هوا ۾ رهندي بہ ان جو فائدو ڪونہ ٿا وٺن. گاهہ ۽ سبزيءَ جي وچ ۾ گهاريندي بہ سندن ڪاڌو صحت بخش نہ آهي. ڪاڌي بابت مان پرچار ڪندڙ وانگر ڳالهائي رهيو آهيان چاڪاڻ تہ مان ڳوٺن کي سونهن جو ميدان بنائڻ تو چاهيان.

ڳوٺاڻن هنرن کي وڌائڻو آهي ڪاڌيءَ جي اُصول کي وسيع ڪرڻ، مغربي ملڪن ۾ هٿ جو نهيل ڪپڙو، پنو، هٿ جا چٽيل چانور وغيره عام ڳالهہ آهي. اتي هندوستان جهڙي اهميت ڪونہ اٿن. انهن کي چالو

ڪرڻو، آهي نئين زندگي حاصل ڪرڻ ۽ انهن جا ڦٽ، ڳوٺاڻن لاءِ موت جو وارنٽ آهن.

ڳوٺن جي هر هڪ گهر ۾ بجلي چالو ڪئي وڃي ۽ سڀ اوزار وغيره ان تي ئي هلن تہ مون کي ڪو اعتراض ڪونہ ٿيندو. پر ان لاءِ ڳوٺاڻي راڄ مهاڄڻ يا حڪومت جو قبضو بجلي تي هئڻ کپي. پر جتي بجلي ۽ ڪلون نہ آهن اتي ڳوٺاڻا هٿ ٻڌي فاقہ ويهي ڪڍن ڇا؟

هندستان جي تعليم يافتن جي بي پرواهيءَ ڪري ئي اسان جا ڳوٺ نابود ٿي رهيا آهن. اهي پاڻ تعليم پرائي ڳوٺ ڇڏي وڃيو شهرن ۾ رهن. جن کي ڳوٺن ۾ رهي اتي خدمت ڪرڻ جي چٽ ۾ چاهنا لڳل آهي، تن کي هن ڳوٺاڻي هلچل وسيلي ريجهائي، ڳوٺن سان وڌيڪ واقف ڪرڻو آهي.

ڳوٺاڻن راڄ مهاڄڻن کي پڻ وري قائم ڪرڻو آهي. هندستان جي شهرن جون سموريون ضرورتون اڳي ڳوٺن مان ئي پوريون ٿينديون هيون. جڏهن شهرن ۾ ٻاهرين ملڪن مان سستا مال گهرائي ڳوٺن جو ڪجهہ مال گهٽ اگهہ ۾ خريد ٿيڻ لڳو، تڏهن هندستان رفتہ رفتہ ڪنگال ٿيڻ لڳو.

شهر، جي ڳوٺن جي طاقت ۽ هستيءَ تي هلي رهيا آهن، سي جڏهن اهو سچ محسوس ڪري، ان جي موٽ ۾ ڪجهہ ڀال ڀلائيندا، تڏهن ئي شهرن ۽ ڳوٺن جي وچ ۾ قربائتا ناتا قائم ڪري سگهبا. ان ميدان ۾ شهرن جا ٻالڪ پڻ ڪجهہ ڪرڻ چاهين تا تہ ڪين هنرن وسيلي تعليم پرائڻي پوندي جن مان ڳوٺن جون ضرورتون پوريون ٿي سگهن.

هيءُ ڳوٺ سڌار تحرڪ، شهرن چاهي ڳوٺن لاءِ تعليم ۽ سکيا ميسر ڪري ٿو. شهرن مان جيڪي ڳوٺن جي خدمت ڪرڻ لاءِ اچن تن کي ڳوٺاڻن جي پيٽ تي انهن وانگر هلڻو ۽ رهڻو آهي. ان جو اهو مطلب هرگز نہ آهي تہ ڪين پڻ ڳوٺاڻن وانگر ٻڪون ڪڍيون آهن. پر اسان جي زندگي ۽ رهڻي ڪرڻيءَ جي ڍنگ ۾ مان انقلاب ضرور چاهيان ٿو.

اتي پراڻن خيالن يا ٻنا ويچارن وارو ڳوٺاڻو جن کي ڇا ۽ ڪيئن ڪائجي، جي سڌ ڪونهي، انهن وانگر ڪين هلڻو آهي. آدرشي ڳوٺاڻا ٿي

رهڻو آهي. انهن وانگر جيئڻ آيو تئين رڌو ۽ ڪاڌو يا ڪنهن بہ نموني ۾ ڪين رهڻو آهي. انهن کي قوت بخش ۽ طاقتمند ڪاڌو ڏيڪارڻ گهرجي. صرف پنهنجي يا ٻوناٽن جي پسندي يا ناپسندي موجب ڪونہ هلڻو آهي. انهن مڙني خرابين جا ڪارڻ ٻولي ڦولهي ڪڍٽا آهن.

ٻوناٽا جيڪي نتهڻ أس ۾ ٻگهر ۾ شل تيل، پورهيو ڪري رهيا آهن انهن جهڙو پاڻ کي ڪري ڇڏيندا‌سين تہ پوءِ جنهن تلاءَ ۾ هو ڪپڙا ڌوئندو آهي ان جو پاڻي پيئڻ ۾ اوهان کي مزو پيو ايندو. ان حد تي پهچڻ بعد ئي اسين عام جي اونهن تنهن ۾ پهچي سگهنداسين ۽ اميد اٿم تہ اوهين منهنجو سڏڙو اونائيندا.

••

# سچو ڪلاڪار

مان ڪو ليکڪ نہ آهيان ۽ خصوصاً جنھن شخص لاءِ مون کي گھڻي سڪ ۽ محبت آهي ان لاءِ ڪجھہ لکندي ڪجھہ ھٻڪ محسوس ٿو ڪريان. ان محبت جي ڪري ئي مان ھن کي مھاتما جي سڏڻ جي بدران ٻاپوجي ڪري لکندس. سندس پيار ۾ مان پڪڙجي ويو آهيان ۽ ھو پڻ منھنجي محبت جي ڏوريءَ ۾ قابو آهي. ان سنبنڌ ۾ عام جو واسطو نہ آهي. اھو ناتو شايد ڪڏھن بہ ڪونہ ڇڄندو.

شروعات ۾ موھنداس ڪرمچند گانڌيءَ ڏانھن منجھس ڪن لياقتن ڪري مان ڇڪجي ويو ھوس. دل جو صاف ۽ مضبوط، ڪجھہ بہ ڪرڻ ۾ بلڪل بي ڊپو؛ جنھن کي ھر ھڪ انسان پيارو آهي. جنھن کي انسان ذات جي ھر ھڪ جزي لاءِ محبت آهي، جنھن ھندوستان کي سندس اڳئين اوج تي رسائڻ لاءِ سڀ ڪجھہ قربان ڪري ڇڏيو آهي. جو شخص پنھنجي دشمنن کي پڻ ختم ڪيو ڇڏي، جو مغروري، ھٺ ۽ ھنسا کان پري آهي؛ جنھن کي دکين ۽ پيڙيلن جي درد ھڪ سنياسي بنائي ڇڏيو آهي؛ جنھن پنھنجو تن، من ۽ ڌن سڀ پيش رکيو آهي عام جي جيئن انھن دکين جي وڏيڪ خدمت ڪري سگھي؛ سيني گڻن جو خزانو، پاڻ ضابطي، انتظام وارو؛ مالڪ جو پيارو، حقيقي ڌرم جو وشواسي ۽ ستياگرھي.

مان ھڪ ڪلاڪار آهيان ۽ ان ڪري مان ھرڪا ڳالھہ اول تصور وسيلي ڏسي سگھندو آهيا. مان ان ڪري ھن سان ملڻ لاءِ خواھشمند ھوس. جڏھن ھڪ ٻئي کي روبرو ملياسين تہ ٻنھي جي وچ ۾ محبت ۽

پيار جو رستو ٻڌجي ويو. اجا ٻہ ائين ڪري ڇئجي تہ ٻنهي ڄڻن روحاني ناتا ڳنڍي ڇڏيا.

هڪ دفعي مون کي هن وڻان نياپو پهتو تہ لکنو ڪانگريس لاءِ هندستاني چترن ۽ ڪلا جو هڪ نماءُ ڪرڻ جو بندوبست ڪريان. ان سڏڙي (نياپي) ۾ ڪيڏي نہ ڪشش هئي! مان انڪار ڪري نہ سگهيس. ساڳئي وقت ايڏي دور مفاصلي تي ان اؤکي ڪم ڪرڻ جي قبوليت ڏيڻ کان دل من هٽي ٻہ رهيو هوس پر ناڪار ڪرڻ مون لاءِ محال هو. آخر سمورو بار سرتي هموار ڪيم ۽ سندس دعا سان ئي بلڪل عمديءَ ريت پورو ڪيم.

مون ٻڌو هو تہ ڪلاجي ڳالهين ۾ هو خاص دلچسپي نہ وٺندو آهي، پر منهنجو اهو ويچار صرف وهم ثابت ٿيو. نماءُ ۾ رکيل هر هڪ تصوير کي ڪلاڪارن واري نظر سان چتائي ڏسڻ لڳو. هڪ ننڍڙي ڳالهہ مان مون کي سندس ڪلاڪارن واري من ۽ دلچسپي جو پورو پتو پيو. نماء واري سڄي هال کي سادين چيزن مثلاً ڪکن، ڪانن، ڪاٺ جي چلرن وغيره سان سينگاريو ويو هو. اسان اهائي ڪوشش ورتي هئي تہ انهن سادين شين جي ڪري سڄي سينگار جي سونهن ۾ ڪا ڪمي نہ رهجي وڃي. اسين پنهنجي شانتيڪيتن آشرم ۾ سينگار لاءِ صرف اهي شيون ئي ڪتب آڻيندا آهيون. هتي پڻ پهريون دفعو ماڻهن ڏٺو تہ اهڙين معمولي ۽ خسيس شين مان ٻہ سونهن پيدا ڪري سگهجي ٿي.

باپوجي پڻ سادين شين مان سونهن پيدا ڪرڻ جي هنر کي نهايت ئي پسند ڪندو آهي. ان ڪري هو اسان جون ڪوششون ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڪم کي خوب ساراهڻ لڳو. هال ۾ هر هڪ تفصيل سان ڪم ڪيو ويو. هڪ ڇٽي بيخياليءَ وچان ميز هيٺان هڪ بالٽي رکي ڇڏي هئي. ان تي اسان جي نظرئي نہ ويئي هئي. پر باپوءَ جي اکين کان اهڙي ڳالهہ ڪيئن کسڪي وڃي! هال ۾ گهڙڻ سان ئي سندس نظر ان تي پيئي ۽ يڪدم چيائين:

”هيءَ بالتي ساري سونهن کي مٽي ۾ ملائيءَ رهي آهي.“ نماءُ تي هر روز اچي ڪيترو وقت وينو هوندو آهي.

ان بعد فيروزپور ۾ ڪانگريس ٿي تہ بہ مون کي لکيائين تہ اچي آرائش جو ڪم سنڀال. سندس خط جوئت هو تہ: ”دل کي آهي مليل بلڪل ڪجهہ ٿورو جنهن ڪري هر هڪ ڳالهہ پنيان ڊوڙي رهي آهي.“

ساڳئي خط ۾ مون کي لکيو هئائين تہ سيوا گرام ۾ اچي گڏج. جواب ۾ مون لکيومانس تہ مان سروير نہ پر هڪ چترڪار آهيان جنهن ڪري ايڏي ڪم ڪرڻ جي لياقت نہ اٿم. موٽ ۾ هڪ عمدو جواب لکيائين جنهن مون کي سندس نينڊ قبولڻ لاءِ هرڪائي ڇڏيو. خط ۾ لکيو هئائين:

”مون کي آزمودگار يا قابل باجو وجائيندڙ ڪونہ گهرجي. محنتي ۽ هڏڏوڪي سرندي وارو ئي ڪافي آهي.“

مان جلد سيواگرام روانو ٿي ويس. مهاديو ڊيسائي مون کي وٽس وٺي هليو. سندس جهوپڙيءَ ۾ وڃي وينس تہ ان مهل هو ميران پيڻ ۽ ٻئي هڪ ستيا گرهيءَ جي نظرداري ڪري رهيو هو. ٻئي بيمار هئا ۽ ڪنڊ ۾ ٻن کٽولن تي سمهيا پيا هئا. گانڌي کين دوا ڏيئي رهيو هو. مان سندس پر ۾ وينو هوس. ايتري هوندي بہ مون کي وڌيڪ ويجهو وهاري چيائين تہ ”ڪوٺيءَ ۾ ٻہ بيمار سمهيا پيا آهن جنهن ڪري ڳالهہ ٻولهہ بلڪل جهيٽي آواز ۾ ڪنداسين.“ شرڌا وچان مون سندس پيرن کي هٿ لاتو. مان سندس سادي سٻاجهائيءَ تي موهت ٿي پيس.

سندس نظر ڪيڏي نہ شفاف، جهلڪيدار ۽ اونهي هئي! مان محسوس ڪرڻ لڳس تہ هو انسان جي اندر ۾ جهاتي پائي سگهي ٿو. مان سوچڻ لڳس تہ دل کولي سندس اڳيان رکان ۽ پنهنجي سيني ويچارن کان کيس واقف ڪريان. مشڪ کهڙي نہ موهيندڙ اٿس! کهڙيون بہ پٿر دليون پگهاري ڇڏي. سندس لفظن ۾ ڪابہ هچڪ يا هٽڪ ڪانہ هئي. هر هڪ لفظ هڪ چمڪندڙ جواهر وانگر نڪري رهيو هو. مون کي جيڪي چوٽو هجي ان بابت مان چپ ٿي مس چوريان تہ: نڪ ان سچي

ڳالهہ جو جواب ڏيو ڪڏي جڻ تہ منهنجا سمورا اڻ چيل ويچار ٻڌي ويٺو هو. ڳالهائڻ جي جڻ ضرورت ئي ڪونہ هئي. مهاديوي کي چيائين تہ جمنا لعل کي مون کي فيزپور وٺي وڃڻ ۽ واپس موٽڻ لاءِ هڪ ماڻهو جو بندوبست ڪرڻ لاءِ چوي.

اتي منهنجي ويٺي هڪ نوجوان آمريڪي پرچارڪ مهاتما کان پڇيو تہ توهان جو ڌرم ڪهڙو آهي ۽ آزاد هندوستان ۾ ڌرم جي ڪهڙي صورت وجي بيهندي. ٻن بيمارن ڏانهن اشارو ڪندي ترت جواب ڏنائين:

"خدمت ڪرڻ ئي منهنجو ڌرم آهي. آئينده بابت مون کي ڪوبہ اونو ڪونهي."

فيروزپور جي ڪن ڪانگريسين لاءِ مون کي ڪجهہ خط لکي ڏنائين. ونوبا کي گڏجڻ لاءِ خاص طور چيائين:

"هن جي صحبت مان اوهان کي ڏاڍو مزو ايندو. هو دماغ وارو، آدرشي انسانن جي صحبت جو شائق آهي. وطن جي واسطي هن سڀ ڪجهہ تياڳ ڪيو آهي."

"ڪانگريس لاءِ هڪ نئين ڳالهہ مان توکي ٻڌائڻ چاهيان ٿو. هيءَ ڪانگريس اجلاس شهري ماڻهنن پر ڳوناڻن لاءِ آهي. ان ڪري سموري اڏاوت ۽ بيهڪ ڳوناڻي نموني تي بيهارج ۽ جيڪي شيون ڳوٺن ۾ ملي سگهن ٿيون انهن مان، ڳوناڻن جي مدد سان سمورو ڪم تيار ڪج. ڪانگريس جو هر هڪ سپاهي توکي هن ڪم ۾ دل و جان سان مدد ڪندو. يقين اٿم تہ تون ڪامياب ٿيندين." ان طرح آرائش جي سموري ذميواري منهنجي مٿان ڪري مڙهيائين.

فيزپور ۾ پهچي انجنيئرن سان گڏجي، مان يڪدم ڪم کي جنبي ويس. اجلاس کان ٻہ مهينا ڪن اڳيئي، اول پنهنجي اسڪول ڪلاڀون جي ڪن وديارٿين جي مدد سان ڪم شروع ڪيم. اجلاس شروع ٿيڻ کان ٻہ چار ڏينهن اڳي مهاتما اچي اسان جو سمورو ڪم تپاسيو ۽ اهو ڏسي نهايت خوش ٿيو تہ سمورو ناهہ نوهہ ڳوناڻي نموني موجب ڪيو ويو هو.

هتي مون کي ٻيو مثال ياد ٿو پوي. ڪانگريس پريزيڊنٽ

جواهر لعل کي پنڊال ۾ آڻڻ لاءِ رنگ برنگي جهولي مان هڪ رٿ تيار ڪيو ويو هو جو ٻارهن ڍڳن کي هڪلڻو هو. ڪانگريس اجلاس لاءِ سموريون تياريون پوريون ڪرڻ بعد، هڪ ڏينهن مهاتما مون کي پاڻ وٽ سڏي چيو:

”هڪ ننڍڙي ڪکي جنهن کي مان پوتي ڪري سمجهندو آهيان ان سان مون شرط لڳائي آهي ته تون ٻن ڏينهن ۾ هو بهو ساڳيو رٿ ٺاهي تيار ڪري نماءُ هال ۾ رکندين. ڪيس ٻارهن ڍڳا، رانديڪن وانگر پڻ ضرور هجن. ڏسج ۽ جيئن مان اها شرط نه هارائي ڇڏيان.“

منهنجا سڀ ساٿي ڪم کي جنبي ويا. ٻانس جي لڪڙين مان ڍڳن جي شڪل جوڙي رٿ سان ٻيهارياسين. مهاتما کي گهرائي ڪيس ڏيکاريوسين. ڏسندي ئي اڇي ٻارن وانگر ڪل ۾ ڇٽڪيو ۽ اجلاس بعد عام ميڙ ۾ پنهنجي تقرير ۾ اسان جي محنت ۽ قدر شناسي جو خاص ذڪر ڪيائين.

هري پورا ڪانگريس لاءِ پڻ سڏڙو تيم. هن دفعي اجلاس پڻ تمام وڏي پيماني تي ٿيڻو هو ۽ ان ڪري اسين ئي چار مهينا اڳي ئي وڃي اتي پهتاسين. ٻاپوءَ اٿين ئي لکيو هوم ته نماءُ اهڙيءَ طرح ٻيهارڻ گهرجي جو ڳوناٺا رستي تان لنگهندي ڪلا کي ڏسي ۽ ساراهي سگهن. اٿين ڪري چئجي ته سڄي ڪانگريس نگر کي عمدي ڪلا ۽ چترڪاريءَ جو نماءُ ڪري ڏيکارڻو هو. ان ڪري چار سوءَ کن خاص چتر تيار ڪرايم جي ڪمانن، جهوپڙين وغيره تي هنياسين. چترن جو پڻ هڪ ڌار نماءُ ڪيوسين. اهڙيءَ طرح چتر رکيا ويا هئا جو ڏسندڙ کي يڪدم ساري دنيا جي ڪلا جي پوري سڌ پئجي وڃي. گانڌيجي هري پورا ۾ پهچڻ بعد جڏهن مون کي مليو ته کيڪاريندي چيائين:

”اڙي تون اڃان زنده ويٺو آهي؟“

انهن اکرن ۾ ڪيڏي نه قدر شناسي ۽ پيار سمايل آهي!

نئي دهلي سيوا گرام ۾ ڪلا بابت بحثن ڪرڻ جو موقعو [illegible]

جمنالعل جي مطر جي مرامت ۽ پٽين تي ڪجهه چسالي ڪڏڻ لا. مون

کي گھرايو هئائين. پر مندر جي حالت اهڙي خراب هئي جو ڪابہ مرامت ٿي نٿي سگھي. ڳالهين ڪندين چيائين:

"چو تہ نئون مندر اڏائجي؟"

مون پنهنجا ويچار ظاهر ڪندي چيو:-

"اڳيئي گھڻا مندر آهن، پوءِ وڌيڪ ڇو اڏائجن؟"

ڪجھہ وقت هو ماٺ ٿي ويو ۽ پوءِ وراڻيائين:-

"مندر نوان اڏجندا ٿي رهندا ڇاڪاڻ تہ جڏهن بہ انسان ڪو آدرش دل ۾ نئينءَ ريت ڌاريندو تڏهن هو چاهيندو تہ ان جي لاءِ مندر تہرائي ارپڻ ڪريان. ازانسواءِ جنهن مندر ۾ دائمي سچي آدرش جي خوشبوءَ وڏي وجي ٿي سو ڪڏهن ڪين زمين تان ڌهي يا ڦٽي سگھندو."

اتي مون کي ڪانئس هڪ سوال پڇڻ جي همت ٿي. مون کي ڪجھہ گيان اٿيو تہ شايد سيتا جي دائره ۾ هو ڪلا کي پورو درجو نٿو ڏئي. هن چيو هو تہ "هر هڪ ڪلا جو ڪم جنهن ذريعي سچ کي ويجهو پهچي سگھجي، اهو مون کي سڀ کان وڌيڪ پيارو آهي." گيتن مان هن کي خاص لطف ايندو آهي. وڌيڪ چيائين: "ستياگرهيءَ وانگر پنهنجي وطن کي آزاد ڪرائڻ جو عهد نہ ڪيو هجيم ها تہ جيڪر وقت گيتن ٻڌڻ ۾ ئي گذاريان ها. پر هاڻي ائين ڪري نٿو سگھان. سر تي هيءُ بوجو هموار ڪيو اٿم. هن زندگيءَ ۾ تہ ٻي ڪنهن بہ ڳالھہ ڏانهن ڌيان ڏيئي نٿو سگھان؛ پر ان جو مطلب اهو هرگز ڪين آهي تہ ڪلا جا انساني تهذيب جو ضروري جزو آهي ان کي گھٽ نظر يا اهميت سان ٿو ڏسان."

ظاهري طور اسان وانگر ڇاهي گانڌي ڪلاڪار نہ بہ هجي؛ پر مان هن کي سچو ڪلاڪار ڪري سمجھندو آهيان. ساري عمر هن پنهنجي شخصيت کي لاڏڻ ۽ ٻين کي اعليٰ آدرش ڏانهن وٺي هلڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي. مٽيءَ جي ماڻهن مان ديوتائن بنائڻ ئي هن جي

زندگيءَ جو مقصد آهي. مون کي يقين آهي تہ هن جو مثال ساري دنيا جي ڪلاڪارن ۾ نئون اُتساهہ پيدا ڪندو.

سنڌس پيو هڪ ويچار مون کي اجان سمجهہ ۾ نہ آيو آهي تہ هو مشين جي ايترو برخلاف ڇو آهي. اڻين چوڻ تہ هن جي مشين سان بلڪل ڪونہ پئي سو صرف اڻڄاڻائي ۽ غلطي آهي. اسين ڪلاڪار سنڌس اهو ويچار هن طرح سمجهندا ۽ پيش ڪندا آهيون. مشين ذريعي نهيل شيون چاهي ڪمائتيون هجن ۽ قومن جي جڙ وادي دولت ۾ پلي ڪٽي واڌ ڪن؛ پر انهن مان اتپتي ۽ رچنا جو رس سمورو گم ٿيو وڃي مهاتما جا ويچار، ڪلاڪارن جي خيالن سان نهڪي اچن ٿا. ڪوبہ هنر جنهن مان ڪاريگر جي شخصيت ۽ دل جي جاڻ نہ پئجي سگهي، ان مان ڪلا جو رس ظاهر ٿي نہ سگهندو. ڪلا ظاهر ڪرڻ جو ڪو هڪ ئي طريقو نہ آهي. ڪلا جو بنياد برابر هڪ ئي آهي. اڻين نہ هجي ها تہ اڄ چؤطرف قدرت ۾ جو مختلف پهلو پسون پيا، سي ڪين هجن ها. اعليٰ ڪلاڪار جو ڪم آهي اهڙي اُنيڪتا واري ۽ رنگا رنگي دنيا ۾ تال ميل حاصل ڪرڻ. انساني ڪلاڪار سان پڻ اهو اصول لاڳو آهي. بنيادي طور ڪلا سيني ۾ ساڳي سمايل آهي، پر هر هڪ ڪلاڪار مان اها ڌار ڌار نموني ۾ ظاهر ٿئي ٿي ۽ ان طرح ڪلا جي اصليت قائم رهي آهي. بيحد انداز ۾ ناهيل شيون برابر ڪاريگرن ۽ هٿ جي هنرمندن جي ساڳين شين کان ٻي صورت ۾ نهنديون پر ان مان شخصي چاهي سماج کي ڳرو نقصان رسي رهيو آهي. ان مان سماجڪ جي انتظامي، نفاق ۽ اٿپوري ورهاست ٿئي ٿي. چاهي مشين وسيلي انسان جي دنيوي دولت ۾ واڌارو ٿئي ٿو، پر ان مان هن مان اصليت ۽ اتپتيءَ جو تجلو غائب ٿيو وڃي. روحاني ترقي ڪرڻ جي بدران، انسان هر روز جانورن جي درجي تي ڪرندو وڃي ٿو. ڪلا جي اتپتيءَ لاءِ ڪلاڪار ڪوشش ڪري سادو سامان ۽ اوزار ڪم آڻيندا آهن ڇڪاڻ تہ ان طرح هو وڌيڪ چٽيءَ ريت ۽ اثرائتي نموني ڪلا کي ظاهر ڪري سگهندا آهن ڪين اوزارن يا مشينن لاءِ ڪا بہ نفرت ڪونهي.

مان هڪ ننڍڙو مثال ڏيان ٿو جنهن مان پتو پوندو تہ سادين چيزن وسيلي ڪيئن نہ سونهن کي وڌائي سگهجي ٿو ۽ ڪلاڪار کي قدرت ڏانهن پڻ ڇڪجي سگهجي ٿو. سيواگرام ۾ باپوءَ سان منهنجي پهرين گڏجاڻيءَ واري مثال مان ان جي ثابتي ملندي. سندس جهوپڙي ڳوٺ جي ٻين جهوپڙين کان ڪجهہ قدر وڏي آهي. ٽن پاسي واراندو، پڪي ڇت ۽ سيني پاسي هوا ۽ اس لاءِ در ۽ دريون اٿس. زمين ۽ ڀتين کي گوبر (ڇيڻي) جو ليپو ڏنل هو. ڪنڊ ۾ هڪ چٽائي (تڏو) وڇايل هئي جنهن مٿان سمهڻ واسطي هڪ کاڏيءَ جي چادر ويڙهيل ۽ وهاڻو پڻ رکيل هو. ان جي ساڄي طرف ڪاٺ جون پيٽيون رکيل هيون جن ۾ فائيل ۽ خط وغيره رکيل هئا. اڳيان هڪ پيتي کاڌيءَ جي چادر سان ڍڪيل رکي هئي جنهن ۾ ماٺو ٽپائيءَ جو ڪم وٺي. ٽپائيءَ تي هڪ پاسي ڪڙهيل ۽ صفا پيئڻ جي پاڻيءَ جو شيشو، هڪ چمڪندڙ گجراتي لوٽو لوہ جي تهہ سان ڍڪيل ۽ هڪ ککن جي ٽوڪري رکيل هئي. ڪوٺيءَ کي صرف ڇيڻي سان ليپو ڏنل هو پر تہ بہ بلڪل صاف، اوجل ۽ وڻندڙ پئي لڳي. ڪابہ تصوير، چتر، فوٽو يا پتلو رکيل ڪونہ هو. ساري ڪوٺيءَ ۾ ڀت ۾ هڪ ٻہ جارو (طاقچه) ڏسڻ ۾ آيو جو ميران ڀيڻ مٽيءَ مان ٺاهيو هو. ڪمري جي ٻاهران ڪستوربا ۽ ميران ڀيڻ شرم نواسين ۽ مهمانن جي خاطرداريءَ ۽ سنڀال لاءِ هيڏي هوڏي ڦري رهيون هيون. وراندي ۾ ڪي ڳوناٺا ويٺا هئا جي باپوءَ کي گهڻن ئي ڪمن لاءِ گڏجڻ ايندا هئا. ڪمري سان لڳ ڳئن جو وٿاڻ هو جنهن جي نظرداري گانڌي پاڻ ڪندو هو. ڪمري ۾ سادي نموني، سادي صورت ۽ لباس ۾ پاڻ ويٺو هو. سندس لباس اهو آهي جو چيلهہ جي چوڌاري کاڌيءَ جو هڪ لانگوٽ ڪيو ٻڌي جنهن ۾ واچ لٽڪايو ڇڏي. سندس منهن تي هميشه موهيندڙ مشڪ ڏسندا. ڏانهنس نهاريندي مون کي هو نرم ترار وانگر ڏسڻ ۾ آيو جنهن ۾ هنسا ڪانسواءِ ترار جون ٻيون سڀ وصفون موجود هون ۽ جنهن انسان جي اڻجاڻائيءَ جي اونداهي ۽ تنگ ٻيجري مان لاڏ ٺاهڻ ٿي چاهي. اسين هنر، ڪلا ۽ شانتيڪيتن بابت ڳالهائي رهيا

هٿاسين. هن ڏنو تہ مان لوٿي جي پيپر جي پن وانگر ٿهيل لوهہ جي تهہ ڏانهن چتائي نهاري رهيو هوس، يڪدم چئي ڏنائين.

”هيءُ سهڻو آهي نہ؟ منجهانئس قدرت بکي رهي آهي. ازنسواءِ هن ڳوٺ جي لوهار اهو ئاهي مون کي پيار جي سوغات ڪري ڏنو آهي. مون کي اهو لوٿو ڏاڍو وڻندڙ آهي." مون کي اميد آهي تہ ڪلا جي اڀپتيءَ جي اصولن جي بهتر ۽ مڪمل سمجهاڻي انهن اکرن مان ئي ملي سگهي ٿي. چاهي ڪمري ۾ سونهن ۽ ڪلا واري ڪابہ چيز رکيل ڪونہ هئي؛ پر هن هڪ لوٿي سيني گهنٽاين کي ڍڪي ڇڏيو هو. باپوءَ جي ڪمري جي تصوير جيڪا مون متي چٽي آهي، ان جي ڪنڊ ۾ جڻ تہ ڪلا جي ديويءَ جو نپو لڳل هو جنهن پيپر جي پن واري ٻوٽي کي چمڪائي ڇڏيو هو.



# قرباني!

مون کي ڪيترن نوجوانن وٽان خط آيل آهن، جن ۾ انهن شڪايت ڪئي آهي تہ مٿن ڪٽنب جا ايترا بوجا آهن، جو عام جي خدمت ڪندي جيڪو ڪين پگهار ملي رهيو آهي ان مان سندن گهرجن جي پورائي نٿي ٿئي. هڪڙو چئو ان ڪري چاهي ٿو تہ وڌيڪ ڪمائڻ جي لياقت حاصل ڪرڻ لاءِ قرض ڪڍي يا ڪتاب ناڻو هٿ ڪري يورپ وڃي تعليم وٺي. ٻيو ڪنهن سٺي نوڪريءَ جي تلاش ۾ آهي. ٽئين کي موڙيءَ (ناڻي) جي ضرورت آهي جنهن مان پنهنجو واپار شروع ڪري. منجهائن هر هڪ آزمايل، وفادار ۽ قرباني ڏيندڙ خدمتگار آهي. پر شايد نراسائي ڪين ويڙهي ويئي آهي. ڪٽنبن جون گهرجون وڌي ويون آهن، کاڌي يا قومي تعليم ۾ انهن جي دلچسپي آهي ئي ڪونہ، عام خدمت ڪندي وڌيڪ أجوري جي طلب ڪري، عام تي بوجو وڌائڻ نٿا چاهين. پر من جي اهڙي مستيءَ مان ائين ئي سمجهہ ۾ ٿو اچي تہ عام خدمت جو سمورو ڪم بند ڪيو وڃي يا هر ڪنهن جو اجورو وڌندو ٿي رهي جنهن مان پڻ اهڙي ئي اڻ وٽندڙ انتهائي پيش ايندي.

پنهنجن حالتن ڏسڻ ۽ ويچارڻ کانسواءِ اسان جون گهرجون هر روز وڌي رهيون آهن. ان ڪري ئي اسهڪار آندولن شروع ڪئي ويئي هئي. اهو اسهڪار صرف ڪن شخصن سان ڪين هو بلڪ ان سرشتي، حڪومت ۽ بنياد سان جو اسان کي مضبوط پنجي ۾ رکي ويٺو آهي ۽ اسان جي حالت هر روز بدتر ۽ ذليل بنائي رهيو آهي. ان سرشتي ڪري دَ ، جي رهڻي جو درجو وڌيو آهي جو ملڪ جي موجوده ڪنگال حالتن ۾ ، لڪل نٿو نهڪي سگهي. پر هندوستان کي ڪو ٻين ملڪن جي

امداد تي ڪونہ رهنو آهي. ان ڪري ڪن وچولي درجي وارن ماڻهن جي درجي وڌڻ ڪري انهن جي بدران غريب طبقہ جي حالت ڏينهان پوءِ خراب ٿي رهي آهي. اهوئي سبب آهي جو ننڍڙا ڳوٺ آخر نابود ٿي رهيا آهن. 1920 ۾ اسان مان گهٽن کي اها سڌ هئي.

اسان جي رهڻ ۾ هن نقلي واڌ اسان کي وڏيڪ تڪليف ان ڪري ڏني آهي ڇاڪاڻ تہ اسان ۾ گڏيل ڪٽنب جو سرشتو اڃا چالو آهي؛ پر مغرب ۽ اهڙي سرشتي جو نالوبہ ڪونهي ۽ ان ڪري انهن کي ڪٽنب جو خيال بہ ڪونہ ٿو ڪرڻو پوي. ان طرح اسان جي گڏيل ڪٽنب جي خوشي ۽ صلح سازي غائب ٿي رهي آهي.

ان لاءِ ملڪ جي حالتن مطابق اسان کي قرباني ڏيڻي پوندي. سچو سڌارو ۽ تبديلي ٻاهران نہ پر اندران ئي اچڻي آهي. موجوده خراب حالتن تي ٻاهريون جوڙجڪ ڪا ناهي رکڻ يا ان جو نقل ڪرڻ آهي پنهنجي قبر پاڻ کوٽڻ. ان ڪري پاڻ سڌارڻ جو ڪم پوري ريت ڪرڻ جڳائي، قربانيءَ کي پيري پاڪر پائڻ گهرجي. ڇاهي اسان ڪيڏيون بہ قربانيون ڪيون هجن؛ پر ملڪ هن وقت جيڪي اسان کان طلبي رهيو آهي ان جي پيٽ ۾ اهي قربانيون ڪجهہ بہ نہ آهن. ڪٽنب جا اهي ڀاتي - استريون ڇاهي پرش. جيڪي پورهيو نہ ٿا ڪن تن جو بوجو پاڻ کي ڪڻڻ ئي نہ گهرجي. ڪن بہ اجاين ريتن رسمن يا مجلسن لاءِ هڪ پائي بہ نہ ڏيڻ گهرجي. شادين جي خرچن ۾ هٿ ڳنڍ هڪ گناهہ آهي. هر هڪ شاديءَ ڇاهي غميءَ (موت) وقت، ڪٽنب جي وڏي تي اجايو بوجو پئي ٿو. اهڙن ڳالهين ۾ ورتل تڪليف کي قرباني ڇئي ڪونہ سگهبو. اهي تہ گناهہ ٿي رهيا آهن جن جو محڪم ارادي ۽ همت سان مقابلو ڪرڻو آهي.

اسان جي تعليم پڻ نهايت ڳاتي ڀڳو خرچ ڪايو وڃي. جڏهن ديس ۾ ڪروڙها انسانن لاءِ پنهنجي ضروري خرچ جو پورائو ڪرڻ محال آهي ۽ جڏهن ڪروڙها هندواسي بکن جو بکہ ٿي رهيا آهن، اهڙي وقت پنهنجن عزيزن کي موجوده مهانگائي، تعليم لاءِ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ موڪلڻ هڪ بلڪل ڀاري گناهہ آهي. من تي ضابطو ۽ آزمودو سخت

مشڪلاتن ۽ مصيبتن مان ئي حاصل ٿيندو آهي ۽ نہ ڪاليجن يا اسڪولن منجهان. جڏهن اسين اها قرباني ڪري سگهون جو پاڻ کي ۽ پنهنجن عزيزن کي ان مهانگي ۽ بي ضروري تعليم کان پري رکون تڏهن ئي سچي ۽ گهربل تعليم حاصل ڪري سگهنداسين. اهڙو ڪو طريقو نہ آهي جيئن هرڪو نوجوان پنهنجي تعليم لاءِ خرچ جي پورائي ڪري سگهي؟ ڪي شايد چون تہ اهڙو ڪو رستو آهي ئي ڪونہ. پر مون کي يقين آهي تہ جڏهن اسين اها قرباني ڪرڻ لاءِ تيار ٿي، سچي تعليم جا خواهان بڻجنداسين تڏهن ان لاءِ پنهنجي حالتن مطابق پورائي ڪري سگهنداسين. ان لاءِ هڪ سڌو ۽ سادو اصول آهي تہ اسان کي اهو پڪو ارادو ڪري ڇڏڻ کپي تہ جا ڳالهہ ڪروڙها هندواسي حاصل نٿا ڪري سگهن، تن جي اسين ويجهو پڻ ڪين وينداسين. ايڏي همت ڪو اسان مٿان آسمان مان ڪونہ ڪري پوندي. ان لاءِ اول اسان کي پنهنجي دل ۽ دماغ کي اهڙيءَ طرح ناهي بيهارڻو آهي جيئن ان ۾ اهڙي ڳالهہ لاءِ چاهنائي نہ اٿي، جا لکها هندواسين کي ڪنهن بہ صورت ۾ ملي نٿي سگهي. ان بعد ٻيو آهي تہ پنهنجي رهڻيءَ ۽ حياتيءَ جو درجو موجوده حالتن مطابق ناهي بيهارڻو پوندو. اهڙن سچن شيوڪن ۽ اصول پرست خدمتگارن کانسواءِ، عوام جي سچي خدمت جو خيال ڪرڻ بہ غلطي آهي، ۽ ٻئي طرف اهڙي قربانيءَ کانسواءِ آزادي حاصل ڪرڻ ئي ناممڪن آهي. آزادي جي دور منزل تي تڏهن رسي سگهبو جڏهن اهڙا قربانيءَ جا پتلا ۽ سور وير سپاهي نڪري ميدان تي ايندا ۽ ساهس رکي ائين للڪاريندا تہ:

”هائو! وطن جي خدمت واسطي اسان
سڀ ڪجهہ ترڪ ڪري آيا آهيون!“

●●

# ڌڻيءَ، بادشاهہ ۽ وطن واسي

پنهنجي گذريل گشت ۾ هڪ دفعي ڪي نوجوان ڏٺم جن ڪي خاڪي پوشاڪ پيئي هئي. ڪانئن ان جو مطلب پڇيم. ڏٺم تہ سندن اها پوشاڪ ولائتي ڪپڙي جي جڙيل هئي، يا تہ ان ۾ ڪم آندل سٽ ولائتي هو جنهن مان هندستان ۾ ڪپڙو ٺاهيو ويو هو. هن چيو تہ، سڪائوٽن جي اها پوشاڪ آهي. مون کي ان تي پاڻ وڏيڪ حيراني لڳي. مون کي پڇڻ جي چاهنا ٿي تہ اسڪائوٽ ڪهڙي خدمت ڪري رهيا آهن. جواب مليم تہ "ڌڻي، بادشاهہ ۽ وطن لاءِ" ڪم ڪرڻ هنن جو اصول آهي.

"اوهان جو بادشاهہ ڪير آهي؟" مون پڇيو.

جواب مليم "بادشاهہ جارج"

"جليانوالا باغ بابت اوهان ڪي ڪهڙو جواب آهي؟" مون سوال پڇيو "اوهين اتي حاضر هجو ها ۽ جنرل ڊاير اوهان کي پنهنجي بي هٿيار ديس واسين تي گوليون هلائڻ لاءِ حڪم ڏئي ها تہ اوهان ڇا ڪريو ها؟"

"اهڙو حڪم نہ مڃڻو پوي ها."

"پر جنرل ڊاير ڪي بہ تہ بادشاهہ واري پوشاڪ پيل هئي."

"ها پر هو نوڪرشاهيءَ جو عيوضي هو جنهن ساڻ منهنجو ڪوبہ واسطو ڪونهي."

ان تي مون سمجهائي ڏني مانس تہ نوڪر شاهي ۽ بادشاهہ جدا ٿي نٿا سگهن. ساري برطانيہ سلطنت جي هستي جي بادشاهہ هڪ نشاني آهي. اڄ جنهن نموني ۽ روپ ۾ برطانيہ سرڪار قائم آهي ان مان وفاداريءَ جو اظهار ڪندي ساڳي وقت مالڪ سان وفادار رهڻ ممڪن نہ

آهي. اها سلطنت، جا فوجي راڄ (مارشل لا) هلائڻ لاءِ ذميوار آهي؛ جا
پنهنجين غلطين ۽ ڀلن قبولڻ لاءِ تيار نہ آهي ۽ جا نهايت سنگين اقرارن تان
ڦري وڃيو ٻين ترين سان ڳجها عهد ناما ڪري رهي آهي، سا حڪومت
بي خدا ۽ بي مالڪ ئي ليکبي. اهڙي سلطنت سان وفاداري ڏيکارڻ
مالڪ سان غداري ڪرڻ آهي.

ٻڌندڙ نوجوان منجهي پيو.

مان دليل ٻڌائيندو رهيس. "سمجهو تہ اڄ اسان جو ملڪ مالڪ
جي هستي کان نابري واري، پاڻ کي دولتمند بنائڻ واسطي، ٻين ملڪن
جو خون چوسي، نشيدار واهپو وڌائي، پنهنجو واپار وڌائڻ لاءِ جنگ
ڪري؛ پنهنجي قبضي ۽ طاقت کي قائم رکڻ لاءِ دغابازي استعمال
ڪري تو تہ پوءِ اسين ان حالت ۾ ملڪ ۽ مالڪ سان وفادار ڪيئن رهي
سگهنداسين؟ مالڪ جي صدقي ملڪ کي ڪونہ ڇڏڻو پوندو؟ منهنجي
اوهان کي ان ڪري اهائي صلاح آهي تہ اوهان کي مالڪ ڪانسواءِ ٻئي
ڪنهن سان بہ وفاداري جو عهد ڪرڻ نہ کپي ۽ ان درجي جي وفاداري
ٻئي ڪنهن سان بہ ڏيکارڻ ڪين جڳائي."

ان نوجوان جا ٻيا ڪيترا ساٿي پڻ ان ۾ دلچسپي وٺي رهيا هئا.
سندن مهندار پڻ مون ڏي آيو. ڪيس پڻ ساڳيا دليل ڏنم ۽ چيومانس تہ
انهن کي چڱيءَ طرح سمجهي، سڀني نوجوانن کي جن کي هو پنهنجي
هٿ هيٺ وٺي هلي رهيو هو، تن ۾ اها سچي شناس ۽ بيداري پيدا
ڪر. اجا ڳالهہ پوري ئي مس تي هئي جو ٽرين هلڻ لڳي. مون کي انهن
نوجوانن نهايت ڳوڙهو صدمو رسايو هو ۽ ان وقت اسهڪار آندولن جي
معنيٰ منهنجي اندر ۾ پيهي ويئي. انسان لاءِ هڪ ئي ڌرم يا مذهب ٿي
سگهي ٿو - مالڪ سان وفاداري!

●●

# سرحدي انقلاب

پناڻ بي ڊپا، جانباز ۽ بهادر شخص ٿيندا آهن ۽ اهوئي ڪارڻ آهي جو مهاتما گانڌي، جو پڻ نربوءَ ۽ سورمو آهي، ان جي پٺيان ڇڪجي ويا آهن. ڏکڻ آفريڪا ۾ رهندڙ پناڻن مان گهڻا هنجا دوست ٿي ويا هئا ۽ ڪي تہ اصيل پڻ ٿيا هئس. گهڻن پناڻن سندن ستياگره ۾ بهرو ورتو هو ۽ اهڙو ڪوبہ پناڻ نہ هو جنهن 'ڪارن قانونن جي پوئواري ڪئي هجي. جنرل سمٽس سان ناهہ ٿيڻ بعد 1908 ۾ گانڌيجيءَ هندواسين کي پرتيءَ ڪرڻ لاءِ سڏيو هو. ڪن هندستانين کي اها ڳالهہ نہ وڻي ۽ ڪن پناڻن کي پڻ پنهنجو هم خيالي بنايائون. هڪ دفعي گانڌي داخلا آفيس ۾ وڃي رهيو هو تہ سندس هڪ جهوني اصيل مير عالم ۽ ان جي رفيقن کيس ڏک وهائي ڪڍيا. گانڌي زمين تي ڪري پيو. پناڻ وڏيڪ مارڻ، مڪون ۽ لتون هڻڻ لڳس. آواز ۽ گوڙ تي واٽهڙو اچي مڙيا جن ۾ ڪي فرنگي (يوروپين) پڻ هئا. انهن مير عالم ۽ ٻين حملي ڪندڙ کي وڃي پوليس حوالات ۾ ڏنو. گانڌيءَ جي هوش ۾ اچڻ بعد ماڻهن ڪانئس احوال ورتو. پر کيس سڀ کان اول مير عالم بابت پڇا ڪرڻي هئي. جڏهن کيس ٻڌايو ويو تہ انهن سڀني کي گرفتار ڪيو ويو آهي تہ چيائين:

"سڀني کي هڪدم آزاد ڪرائڻ گهرجي."

ائڊووڪيٽ جنرل کي يڪدم تار موڪليائين تہ حملي لاءِ مير عالم يا ان جا ساٿي ڏوهي ڪونهن ۽ ڪنهن تي بہ مقدمي هلائڻ جو ضرور ڪونهي. مير عالم ڪجھہ عرصي بعد مهاتما جو ويجهو دوست بنجي پيو!

آفريڪا ۾ رهندڙ هندواسين لاءِ پڌرائيءَ ۾ گانڌيجيءَ چيو:

"حملي جي ڪري گهڻن هندن ۾ شايد ناراضپو ڦهليل هجي چاڪاڻ تہ ڪن مسلمانن اهو حملو ڪيو هو. ان طرح اهي هندو پاڻ کي دنيا ۾ داور (مالڪ) اڳيان ڏنو ڪري ۽ ڏوهاري بنائيو رهيا آهن. اڄ جيڪو خون منهنجي بدن مان وهيو ان مان ٻنهي ترين جي وچ ۾ پيار جي ڏوري شال قابو ٻڌجي! منهنجي اها ئي مالڪ در منت آهي. الله (سالڪ) سنئين (ائين) ڪري شال!"

گانڌيءَ جي قربانين، مردانگي ۽ بهادريءَ جو پٺاڻن جي دل تي گهرو اثر پيو ۽ هنن کي يقين آهي تہ هيءُ شخص آهي جو کين منزل مقصود ٿي پار پهچائيندو. ان بعد پٺاڻ سندس دوست، عزيز ۽ پوئلڳ بنجي پيا آهن. اهنسا کي سمجهي ان تي عمل ڪرڻ، پٺاڻ لاءِ البتہ عجيب ڳالهہ آهي، پر رفتہ رفتہ، هو ان تي هري ويا آهن.

1920 ۾ ڪلڪتہ واري ڪانگريس اجلاس وقت منهنجي ياءُ بادشاهہ خان جي گانڌي سان سڃاڻپ ٿي. 1923 ۾ جيل مان ڇٽڻ بعد منهنجي سائس پهريون دفعو ڏيٺ ويٺ ٿي. سال 1930 تاريخ ۾ هميشه ياد رهندو چاڪاڻ تہ ان سال هڪ طرف پٺاڻ ۽ ٻئي طرف گانڌي ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ ناتا وڌيڪ گهاٽا ۽ پختا ٿيا.

اسهڪار آندولن وقت سرحد ۾ دٻاءَ ۽ ظلم جو سرڪاري گهوڙو تيز ڊوڙي رهيو هو. سرحد سارو منجهي پيو تہ مدد ۽ همدرديءَ لاءِ ڪنهن جو در کڙڪائجي. اسان چاهيو ٿي تہ سرحد ۾ جيڪي گذري رهيو هو ان جي ساري هندوستان کي ڄاڻ پئي. اسين اول مسلم ليگ جي ٻناري پياسين، پر انڪاري جواب مليو. پنڊت جواهر لعل نهرو اسان جي استدعا قبول ڪئي. پٽيل جاچ ڪميٽي مقرر ڪئي ويئي. پر ان ڪاميٽيءَ کي سرحد ۾ داخل ٿيڻ نہ ڏنو ويو. ميمبر اچي راولپنڊيءَ ۾ رهيا ۽ اسان اتي کين سموريون ثابتيون ۽ شاهدين موڪلڻ جو بندوبست ڪيو. سرڪاري پڳهار وارن سندن آفيس تي چڙهائي ڪئي، پر خوش قسمتيءَ سان هنن پنهنجي سموري جاچ پوري ڪري سڀ ڪاغذ ۽

دشمناڻي جو اظهار ڪري رهيا هئا. انهن جو اعلان پشاور ۾ شروع ٿي ويو. چيائين ته ظاهر ڪرڻ لاءِ ٻئي ڪنهن شهر ڏي روانا ڪري ڇڏيا هئا. (اهو تاثير ان رپورٽ ۾ بند ٿيل آهي.)

جنهن وقت گانڌيءَ اڙونجي وچ ۾ ناهه جون ڳالهيون شروع ٿيون، ان وقت سرحد جي سرڪار بادشاهه خان کي ڪانگريس ڇڏڻ لاءِ گهڻيئي مٿا مونا هنيا. دار دار پرڳڻن جا مختلف ماڻهو وٽس موڪليا پئي ويا ته وڃي کيس سمجهائين ته ڪانگريس مان نڪري اچڻ سان هو مسلمانن جو ڀلو ۽ خير ڪري سگهندو. پر بادشاهه خان ته اهڙن ماڻهن سان گڏبو به ڪونه هو. گانڌيءَ تي پڻ حڪومت زوربار آڻي رهي هئي ته سرحد صوبي تان پنهنجو هٿ ۽ اثر هٽائي؛ شاڻن هتڊو ۽ اڪيلو ناهه ڪري؛ پر گانڌي اهڙي ڳالهه موڙڪي قبولينڊو. گانڌي - اروين ناهه بعد منهنجو ياءِ بادشاهه خان جيل مان آزاد ٿيو ۽ ڪجهه عرصي کان پوءِ لال چولن جي جماعت کي ڪانگريس جو هڪ ڀاڱو بنايو ويو.

لال چولا جماعت جو جاري ٿيڻ هڪ اتهاسڪ واقعو آهي؛ پر ان کان وڌڪ اهميت وارو آهي سندن اهنسا جي اصول جي پيروي ڪرڻ. سيپٽمبر 1929 ۾ افغان جرڳا جي ميڙ بعد، بادشاهه خان کن خدمتگارن کي ڪٺو ڪري، هڪ واليٽيئر ٽولو جاري ڪرڻ جو ويچار ڪيو. هن کين صلاح ڏني ته اهڙا خدمتگار چوندي ڪيڄن جي انسان ذات جي بنا ڪنهن ڀيد ڀاءُ ۽ ذات پات جي لحاظ کانسواءِ خدمت ڪن. ان ڪري جماعت جو نالو ئي رکيائين "خدائي خدمتگار" سرحد جي ڪن نوجوانن 1929 ۾ لاهور ڪانگريس اجلاس ۾ بهرو ورتو هو، انهن کي خيال ٿيو ته جو ته جماعت لاءِ هڪ ئي وردي (پوشاڪ) مقرر ڪجي. اول سفيد پوشاڪ پائڻ لڳا. پر اها جلد ئي ميري ٿي ويندي هئي؛ هڪ دفعي ڪنهن خدمتگار پنهنجا ڪپڙا سرن جي پائوڊر ۾ ڪري رڱيا ڪپڙن جو رنگ ئي بدلجي ويو ۽ ان طرح "لال چولا" ظاهر ٿي ويا.

لال چولن جي پهرين ميٽنگ، اسهڪار آندولن کان ڪجهه ڏينهن اڳي 18-19 اپريل 1930 تي سڏائي ويئي هئي. قريبا ته سوءِ لال چولا حاضر رهيا. اسهڪار آندولن 23 اپريل کان شروع ٿي هئي؛ پشاور پهچڻ

کان اڳي ئي بادشاهہ خان کي گرفتار ڪيو ويو. شهر ۾ پوليس گوليبازي ڪئي هئي. چرسادا (Charsada) جي سرڪاري دفترن (آفيسن) ۾ بادشاهہ خان کي رکيو ويو هو. ان جي چؤطرف هزارين پٺاڻ اچي ڌرڻو ماري ويٺا هئا. ماڻهن کي اهنسڪ ۽ سانت ۾ رکڻ لاءِ مان موٽر ۾ اوڏانهن روانو ٿي ويس. بئي ڏينهن بادشاهہ خان کي موٽر ۾ چاڙهي مردان ڏي وٺي ٿي ويا تہ موٽر کي بيهارڻ لاءِ رستي تي پٺاڻ سمهي پيا هئا. بادشاهہ خان پاڻ ماڻهن کي اپيل ڪري کين رستو صاف ڪرڻ لاءِ چيو تہ جيئن ملٽري کي سانت ۾ وٺي وڃي سگهي.

ان بعد لال چولن لاءِ اهنسا جو اصطباع شروع ٿيو. بئي ڏينهن تي اُطمنزئيءَ ۾ عام ميڙ ٿيڻو هو جتي فساد جو انديشو هو. مان پشاور مان موٽر رستي وڃي واردات تي پهتس. ميڙ شروع ٿيڻ کان صرف ٻہ ڪلاڪ اڳي وڃي پهتو هوس. ماڻهن جيڪي هٿيار پاڻ سان آندا هئا سي دليلن سان سمجهائي، ڪاٺئن واپس ورتم. پنهنجي ڀرين سياسي تقرير مون ان ميدان تي ڪئي. مون پنهنجي تقرير اڃا پوري ئي مس ڪئي تہ ڪنهن اچي ڪن ۾ اطلاع ڏنو تہ سرڪار جا گهوڙيسوار پهچي ويا آهن. مون هڪدم وڏي واڪي سيني کي پڪاريو تہ جيڪي آئينده مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار نہ هجن سي ميڙ مان هڪدم هليا وڃن. هڪ بہ ڪونہ پنهنجي جاءِ تان چريو. مون لال چولن کي حڪم ڪيو تہ پليٽفارم تي چڙهي پنهنجي ڪارروائي جاري ڪن. ڪجهہ دير بعد گهوڙسوار پهچي ويا. سندن مهندار چتاءُ ڏنو تہ ميڙ چڙوچڙ ٿيڻ کپي نہ تہ گوليبازي ڪئي ويندي. ماڻهو بلڪل بيپرواهہ رهيا. مهندار مون وٽ مدد لاءِ آيو، مون کيس جواب ڏنو تہ:-

"اسان پنهنجو ڪم پورو ڪيو. ميڙ ختم ٿي چڪو آهي. اوهان لاءِ سهٽي صلاح اها آهي تہ ماٺم موٽي وڃو ۽ اسين پاڻيهي واپس ورنداسين. اگر ڪا گوليبازي ڪرڻي اٿو تہ هاڻي ئي هلايو ڇاڪاڻ تہ اسان جي هلي وڃڻ بعد گوليون هلائڻ بهادري ڪانہ ليکبي."

مهندار مون کي منجهائڻ ۽ اڪين ۾ ڌوڙ وجهڻ جي ڪوشش ڪئي،

پر آخر آڻ مجي پنهنجي ماڻهن سميت منهن ڦيري وڃڻو پيس ۽ ڪجهه مدت ڪان پوءِ لال چولا پڻ پنهنجي بئنڊ سان مسجد جي پاسي ۾ هڪ جڳهه ڏانهن روانا ٿي ويا.

اتي وڃي پنهنجي مختلف ٽولين ۾ وراهجي ويا. هر ڪا ٽولي پنهنجي ڳوٺ ڏانهن وڃڻ لڳي. رستي تي هڪ انگريزي پلٽڻ مٿن حملو ڪيو. محمد اسلم خان لال چولن جو ڪپتان هو تنهن پنهنجي سپاهين کي حڪم ڪيو تہ سڀ زمين تي ليٽي پئو. پلٽڻ مٿن حملو ڪرڻ چاهيو ٿي. پر هر دفعي لال چولن جي پهرين قطار وٽ اچيو روڪجيو وڃن. ٻہ چار دفعہ ائين ڪرڻ بعد آخر هو موٽي هليا ويا. اهو ٻڌي انگريزي عملدار تہ چڙهي پيا. دٻاءُ جو ٻٽڻ وڌيڪ زور سان دٻايو ويو. پر ان مان ڪهڙا گل نڪتا؟ اسان جا خدمتگار وڌڻ لڳا. سيپٽمبر ڌاري انهن جو انداز وڌي اسي هزارن تي پهتو. گانڌي – ارون ناهہ بعد اهو انگ ايترو تہ وڌي ويو جو اسين ڪم سان پڄي ڪونہ سگهندا هئاسين.

اهو "لال چولا" نالو پڻ اسان تي برطانيا سرڪار جي عملدارن مڙهيو ۽ ائين ئي هلائڻ لڳا تہ اسين روس سان ملت ۾ آهيون. اسان جي جماعت کي ناس ڪرڻ لاءِ اهو هڪڙو سولو بهانو سندن هٿ ۾ هو. هڪ دفعي ڪنهن عملدار سان ڳالهہ ڪندي مون هن کي يقين ڏياريو تہ اسان جو روس سان ڪوبہ واسطو ڪونهي. مان ڪيس لکي ڏيڻ لاءِ تيار هوس تہ اگر اهڙي ڳالهہ هو ثابت ڪري ويو تہ پوءِ مون کي ڦاسيءَ جي نوڙيءَ تي لٽڪائي سگهيا ٿي. ڪجهہ ڏينهن بعد هائوس آف ڪامنس ۾ پڌرائي ڪئي ويئي تہ هندوستان ۾ سرحد صوبہ جو روس سان ڪوبہ تعلق ڪونهي.

لال فوجن تي گانڌيءَ کي فخر آهي. چاڪاڻ تہ انهن سندس اهنسا جو پوريءَ ريت عمل ڪيو آهي. ڪنهن پٺاڻ کي هڪ دفعي ڪنهن سپاهيءَ پڪڙي مار ڏني. پٺاڻ کي پاڻ سان روالور پيو هو. اهو ڪڍي زمين تي ڦٽو ڪيائين. چي:–

"مون کي اهنسا جي سٽي پياري ويئي آهي نہ تہ اوهين سڀ

منهنجي ويجهو رستي سگهندو ان کان اڳي مزڙني جو ڪم تمام ڪري سگهان تو!" 1930 بعد سرحد ۾ اهي احوال هر روز پيا بدجن.

وطن جي آزادي لاءِ لڙڻ ئي لال فوجن جو مقصد آهي. پنهنجي صوبي جي حالتن مطابق هنن گانڌيءَ جو جوڙجڪي پروگرام عمل ۾ آندو آهي. چاهي جماعت فوجي نموني هلي رهي آهي پر سندس بنياد اهنسا تي بدل آهي. لال پوشاڪ چاهي ستو ڪئي تنڌر نه به هجي پر هو هڪ پڪو ۽ وشواسي خدمتگار ضرور ٿي ڪريندو. جي ماڻهو سندس خلاف آهن انهن جا گهر ۽ گهيون پڻ صاف ڪندا آهن. جهيڙا جهڳڙا جي گهٽو ڪري زمين ۽ آباديءَ جي ڪري ٿيندا آهن سي سمورا هو اهنسڪ طريقن سان فيصل ڪندو آهي. علم جي هر هڪ مصيبت ۽ مشڪلات ۾ انهن سان ٻانهن ٻيلي ٿيو بيهي. عورتن لاءِ ڪا جماعت نه آهي، پر ان هوندي هو گهڻو ڪم ڪري رهيون آهن ۽ ميدان کان ٻاهر رهي هو وڏي مدد ڏيئي رهيون آهن. ساري جماعت جو رهبر ۽ رهنما آهي بادشاهه خان عام تي سندس اثر ۽ زور بلڪل گهٽو آهي.

ٻئي بهادر "گانڌي" سلطنت شاهيءَ ۽ انيڪ مشڪلاتن خلاف ساڳيءَ جهاد – جنگ ۾ مشغول آهن. ٻئي شير دل ۽ بي تمنا، ويچارن ۽ عملي طور ڪن نه ساڳئي نموني ۾. جيڪي اسين دنيا ڪي لفظن ۾ چئي رهيا آهيون، اگر ان تي ڪن به حالتن ڪري عمل نٿا ڪريون ته پوءِ اسان جا ويچار ۽ ڪم ئي ڦريو وڃن. پر جيڪي سيڪجهه قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهن انهن لاءِ ته هڪ ئي سڌي ۽ تنگ راهه آهي. مهاتما گانڌي ۽ بادشاهه خان ان رستي جا راهگير آهن!

●●

ايس. اين. اگروال

# فقيرن جو شهزادو

گانڌيءَ جي لاثاني شخصيت جولاني طبع ۽ دولت سان پوبل آهي؛ پر عام ماڻهن کي اها سڌ نه آهي ته "هو هڪ اعليٰ فقير پڻ آهي ۽ سندس پنڻ جا طريقا اصلي ۽ عجيب آهن.

مالويه جي پڻ فقيرن جو شهزادو آهي؛ سرمايدار سيٺين ۽ زوردار شهزادن کان بنارس يونيورسٽي ۽ پنهنجي جماعتن لاءِ هن ڪروڙها روپيا ڪٺا ڪيا آهن. مالويه جي مثال کان گانڌيءَ گوءِ کٺي وڃي سگهي ٿو؛ پر سون ۽ چانديءَ جي بدلي ٿامو پنڻ ۾ هن خاص لياقت حاصل ڪئي آهي. ائين دل چاهيس نه ڪنهن به پنهنجي دوست يا شيرڊالوءَ کان لکها روپيا طلبي سگهي ٿو. پر هو هڪ لک ماڻهن مان هر هڪ کان هڪ روپيو وٺڻ سهڻو سمجهندو آهي. اهو سندس وهم يا تصوري تماشو نه آهي؛ پر ان عمل جو بنياد ڪنهن خاص اصول تي بيٺل آهي. هو عام جي اهنجن ۽ سنسيائن لاءِ ٿي پني ٿو! پر ان سان گڏ انهن جماعتن جي متن ۽ مقصدن جو ڦهلاءُ پڻ ڪندو رهندو آهي. فقيرن وارو پيالو پنهنجن ديس واسين جي اڳيان هٿ ۾ جهلي، هريجن اداري، کاڌيءَ جي ڪم لاءِ هو ٿامي جي سڪن مان گهڻيل رقم ڪٺي ڪندي، ڪروڙها انسانن ۾ اڇوت اُدار ۽ سوديشيءَ جي سنديش جو پرچار ڪندو رهي ٿو. اگر ڪير ڪٺي رقم (مٺو) ڏئي ٿو ته شايد ان جاتائيءَ ۾ شخصي مقصد سان ائين ڪري ٿو؛ پر ان طرح گانڌيءَ جو هڪ همدرد ۽ مددگار وڌيو.

مسافريءَ جي وقت هو قابل فقير جو ڪم ڪري ٿو ڏيکاري. هر هڪ سٽيشن تي سندس بيان لاءِ خلق اچيو گاهت ٿئي. سندس گاڏي جي چوڌاري، درشن لاءِ چشام اچيو مڙن. اعليٰ ۽ قوم فقير اهڙا موزون

موقعا ڪيئن هٿان وڃائڻ ڏيندو؟ حشام ماڻهن جي پيار ۽ محبت جي ماٺ
۾ موٽ ڏئي؟ هن ڪي تہ "درشن" لاءِ قيمت وٺڻ گهرجي. دريءَ مان
يڪدم پنهنجو پينو هٿ ڪڍيو ٻاهر ڪري. "هريجن لاءِ هڪ پئسو"
پڪاريندو هلي. سندس ترڻيءَ تي ڪجهہ ٿامي جا سڪا رکڻ ۾ عام ڪي
بيحد خوشي ۽ آنند حاصل ٿئي ٿو. هڪ هٿ ۾رجي وڃي تہ ٻيو هٿ
ڊگهيريندو آهي. ان ريت هر هڪ سٽيشن تي، رات جي وقت ۾ڻ، مهاتما
ڪافي پئسا ڪٺا ڪندو آهي. چالاڪ ۽ آزمودگار فقير تہ آهي ئي جنهن
ڪري هر هڪ ٻوليءَ ۾ "پئسي" لاءِ لفظ سکي ياد ڪري ڇڏيندو
آهي. ڪٿي ٻہ ماڻهن جا انبوه "مهاتما گانڌيءَ ڪي جئہ" جي نعرن ان اڌ
رات جو اچيو سندس ننڊ ڦٽائين تہ ٻہ ڪاوڙ يا غصو ڪين ڪري. هڪ
ڪنگال قوم جو فقير اهڙي وقت ڪيئن سمهي پوندو جڏهن ماڻهو ڪيس
خيرات ڏيڻ لاءِ آتا آساتا بيٺا هجن؟ ان ڪري ٽپ ڏيئي اُٿي. دري بند
هجي تہ کولي پنهنجو ڏنڊو شروع ڪندو آهي.

مون ڪيترن هنڌ ڏٺو آهي تہ تمام گهڻو لڪل هئڻ سبب، ڪن
سٽيشنن تي گانڌي ڪڏهن ٻہ نہ اٿيندو آهي. سندس پارٽيءَ جا ماڻهو
ڪيترن ٻہ مخالفت چو نہ ڪن؛ پر ان هوندي ٻہ ماڻهو ڌوڪيو اچن
سندس هٿ ۾ ڪجهہ سڪا رکي ماٺ ڪري هليو وڃن. گانڌيجي
جاڳي، مشڪي وري ليٽيو پوي ۽ يڪدم گهري ننڊ ڪڇيو وڃيس.
رواجي فقير ڪي پئسو ملي تہ خوشي ٿينديس. پر هن فقيرن جي شهزادي
جي هٿن ۾ پئسا ڏيندي، ڏيندڙ ڪي راحت حاصل ٿيندي آهي ڇڻ تہ
گانڌيءَ پئسا قبولي مٿس مهرباني ڪئي آهي ان ڪري هو سندس
شڪرانا مڃيندا آهن. ڪڏهن ڪا ٻڍي عورت، ڦاٽل ۽ ٽٽل پوشاڪ ۾،
ڏاڍيءَ مشڪلات سان انبوه جي وچ مان رستو ڪڍي گاڏي وٽ پهچي،
گانڌيءَ جي هٿ۾ ڪجهہ سڪا رکي، سندس منهن ۾ سرتا ۽ حب سان
نهاري، واپس هليو وڃي، ان مهل يسوع (ڪرسٽ) جي يادگيري اچيو
تازي ٿئي جو ڀڻ ديول جي ڪنڊ ۾ ويٺل ٻڍي عورت جي تمام ٿوري
خيرات ڪي سڀ ڪان وڌيڪ ملهائتي ۽ قيمتي ڄاڻندو هو.

ڪنهن مهل گانڌي سٽيشن تي، ٽرين جي اچڻ کان اڳي پهچندو آهي تہ ماڻهن جا حشام اچيو مڙن ۽ اخبارن جي عيوضين کي سوالن پڇڻ جو موقعو ملي ويندو آهي. پر اڳيان گانڌي بہ سولي تر نہ آهي جا اهڙو سولو ڦاسي وڃي. سوال جي جواب ۾ هو وري آڏا سوال پڇندو آهي. شايد 1937 جي ڳالهہ آهي جڏهن ڪانگريس اچا اسيمبلين ۾ گهڙڻ واري سوال تي ٻڏتر ۾ هئي. هڪ اخبار جي خاطوءَ مهاتما کان سوال پڇيو:-

"باپو جي، ڪانگريس چونڊن ۾ بهرو وٺندي؟"

"پر توکي ڇو وزير ٿيڻ جو تڪڙو شؤنق لڳو آهي؟" مهاتما کلندي وراڻيو. ويچارو خاطو اتلو اڙجي ويو ۽ پاسا ڪندون ڀُولڻ لڳو. پر گانڌي اهڙو سولو ڇڏڻ وارو نہ هو پڇڻ لڳس:-

"اوهين پنهنجو ٽوپلو ڏيندا تہ مان پنڻ جو پيالو ڪري ڪتب آڻيان؟"

هن ويچاري ٽوپلو تہ يڪدم لاهي ڏنس ۽ گانڌي هٿ ۾ وٺي ڪاٺس ئي پنڻ شروع ڪيو. ويچاري ٽوپلي جي مالڪ کي ڪجهہ ڏوڪڙ پڻ ڏيڻا پيا. ڪهڙو نہ عجيب ۽ نرالو اڌ ننگو فقير آهي!

پنڻ جي هنر کي گانڌيءَ وڳيانڪ روپ ڏيئي ڇڏيو آهي. هر هڪ موقعو، هريجن فند ڪٺو ڪرڻ لاءِ اتڪل ۽ ڏانو سان ڪتب آڻيندو آهي. آلبم تي صحي ڪرڻ لاءِ اول پنج روپيا وٺي پوءِ هڪ صحي ڪندو آهي. هرڪا مرحبا تقرير يا ٻي ڪابہ چيز جيڪو کيس ڏيندو آهي سا کيس ئي وڪٽي، هريجن فند لاءِ پئسا ڪٺا ڪندو آهي. جيڪي صبح ۽ سانجهيءَ سندس پرارٿنا ۾ شامل ٿيندا آهن تن کان پئسا پنڻ جي طريقہ جي اڪثر ڪري گهٽن کي ڄاڻ آهي. ڊاڪٽر جيڪي کيس تپاسيندا آهن تن کي بہ ڪونہ ڇڏيندو آهي. انهن کي پنهنجي بدن ڇهڻ جي موڪل ڏيڻ کان اڳ اول ڪاٺن پنهنجي في طلبيندو آهي ۽ ويچارا ڊاڪٽر سندس وٽندڙ طريقا ڏسيو پاڻ پلجيو وڃن.

پر گانڌي فقيرن وانگر لالچي يا هيڃي ڪونهي. ڪنهن بہ جماعت لاءِ بنا گهرج جي پئسا ڪٺا ڪونہ ڪندو آهي. ڪابہ جماعت قومي آهي

عام جي ڀلي لاءِ ڪم ڪري ٿي ته ان کي پئسن جي ڪڏهن تڪليف ڏسڻي نه پوندي. اگر ڪا پئسي جي مشڪلات اٿس ته پوءِ اهو عام جي جماعت سندس لاءِ اخلاقي بنياد ڪونهي ۽ يڪدم بند ٿيڻ گهرجي. اهوئي ڪارڻ آهي جو هو هر وقت پڪاريندو رهيو آهي ته جماعتن کي خدمتگارن جي ئي ضرورت آهي جاڪاڻ ته گهربل ماڻهو هوندا ته پئسو پاڻيهي پيو انهن جي پٺيان ڊوڙندو ۽ ڊوڙندو.

ڪڏهن ڪي تنگ خيال هندو لڪ يا ٻن جي چندي جي آڇ ڪندا آهن ته هڪ شرط وجهندا آهن ته:-

"مهاتما صرف هڪ شرط اهو آهي ته پئسا مسلمانن ۽ هريجنن ڀلي نه خرچيا وڃن."

گانڌي مشڪندي وراڻيندو "ان لاءِ اوهان کي ٻئي ڪنهن مهاتما جي تلاش ڪرڻ گهرجي." هندوستان جي يڪ وجودي ۽ اتحاد قائم رکڻ لاءِ هو هر وقت پنهنجي جان جي قرباني ڏيڻ لاءِ سنبريو بيٺو آهي؟ سو ڪيئن پنڻ جي سيپ ۽ سڌريل ڪلام فرقيوار ويچار آڻڻ پسند ڪندو. !

ريلوي سٽيشن تي پراڻن وقت ۽ ٻين موقعن تي مليل رقم جو پورو حساب ڪتاب رکڻ تي گانڌي بلڪل ڌيان ڏيندو آهي. حساب ۾ هڪ پائي جي غلطي ٿيڻ نه ڏيندو ۽ جيڪي حسابن جي ڪاتي ۾ ڪم ڪن ٿا تن کي پائيءَ لاءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ متو مارڻو پوندو آهي.

چوندا آهن ته جو پاڻ بيٺو سو ڪيئن چوندي ڪندو؟ پر اهو اصول گانڌيءَ سان لاڳو نه آهي. هن سان ته اٽلو ابتو ليکو آهي. شاهوڪار سيٺيو آهن ته سيون چاندي طلبيندءُ ۽ غريب آهن ته پئسي پائيءَ تي راضي. پئسو نه ڏيئي سگهن ته هٿ جو ڪتيل سٽ گهرندءُ. اهو به نه ڪري سگهن ته اپواس رکڻ جي صلاح ڏيندءُ جيئن ويلو بچائي ڪيس پئسا ڏيئي سگهن.

گانڌي ڪنور فقير ۽ ڪم ورچي ڏيڻ ۾ سخت آهي ته ان هوندي کهڙو نه وٽندڙ پيارو، رحمدل آهي!●

مهاتما جو سنيهو:

# اي باغي

طرز – پرديسي ڪيون

ٽيڪ: ٿي باغي وطن آزاد ڪر

1- اٿ ڀارت جي سنتان اٿي
ماتا تي گهيري اچ جان اٿي
ڪر جان پنهنجي قربان اٿي
اٿي اجڙيل کي آباد ڪر – ٿي باغي....

2- ڇا حالت ديس جي آهي ڦٽي
بيدرد! ذرا ڏس نيڻن کڻي
تاريا تيل ڪيلن روئي ٿيو ڏٺي
اچ فرض وطن جو ياد ڪر – ٿي باغي

3- جو ڪشتين کان گهبرائين ٿو
ٿي گهيڏي پاڻ لڪائين ٿو
جي هندستاني سڏائين ٿو
اٿي سيني کي فولاد ڪر – ٿي باغي

4- "ناشاد" اٿيئي ماتا جو قسم
ڪر ديس آزاد پيا پيان ختم
اڳتي اڳتي ٿيني وڌاءِ قدم
گهر گهر کي وريد تون شاد ڪر –
ٿي باغي

(پيسو "ناشاد")

يوسف مهر علي

# باغي پيغمبر

اڪبر شهنشاهه جي وفات بعد مهاتما گانڌيءَ ٺي پهريون شخص آهي جنهن جو نالو سيني پاسي مشهور ۽ آواز چوطرف پکڙيل آهي. سارو اتهاس ويهي جاچيو ته به ان جهڙا صرف ٻه ٽيا مثال ٺي ملندا. گوتم ٻڌ ۽ آسوڪا پر اڄ اسان جي ديس ۾ اهڙا انيڪ انسان آهن جي مهاتما جي شخصيت کي انهن ٻن فيلسوف بادشاهن کان وڌيڪ اعليٰ تسليم ڪن ٿا.

هن بگڙيل دنيا ۾ گانڌي ٻن روپن ۾ ظاهر ٿينو آهي. هندوستان ۾ برطانيه حڪومت جي برخلاف باغيءَ جي روپ ۾ هو دنيا ڀر مشهور آهي. سندس ٻي صورت نئين تهذيب ۽ نئين سماجڪ فيلوسفيءَ جي آهي.

هندوستان جون هي ڪيڏيون نه لاثاني خدمتون ڪيون آهن! مظلوم ۽ پيڙيل آدم لاءِ هن اميد آشا ۽ سؤمان جي تروري جو تجلو پيدا ڪيو. ڪين رت ۽ راه ٻڌائي، نئون نعره ۽ جنگ جو نرالو هٿيار سندن هٿن ۾ ڏنائين.

ساري المخلوقات لاءِ ڪيل سندس خدمتن کي رفته رفته دنيا پڻ تسليم ڪري رهي آهي. آخر ۾ هن دنيا لاءِ ڪيو ڇا آهي؟

هن زمين روءِ تي نئون نظام، هڪ بهشت ڪيئن پيدا ڪجي؟ اهو مسئلو هزارها ورهين کان انسان ذات کي منجهائيندو رهيو آهي. دنيا جا اعليٰ پيغمبر، فيلسوف ۽ سياستدان وقت بوقت ان پيچيده (پيچدار) سوال جو حل ڳوليندا ٿي رهيا آهن ته:

”ظلم، ستم ۽ لٽ کي ڪيئن ٻنجو ڏجي؟ ترقيءَ جي راهه تي قدم ڌري ڪيئن بنا رَڪاوٽ جي قدم وڌائيندو رهجي؟ هن ترتيبوار

اهنسا ذريعي سلامتي ۽ ترقي قائم رکي سگهجي ٿي؟ ان مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڪا واهه ٿي ڪانهي؟" گانڌيءَ انهن مڙني سوالن جا جواب ڏيڻ جي ڪوشش ورتي آهي ۽ جواب ڏنا پڻ اٿس.

ڪارل مارڪس جي موت وقت گانڌي چوڏهن ورهين جو هو ۽ هو چويهن ورهن جي عمر ۾ هو جڏهن اينگلس (Engls) وفات ڪئي. هيءُ ان ديس ۾ پيدا ٿيو آهي جتي پراچين زماني کان وٺي جنگ جي طريقن کان صلح جي فن کي وڌيڪ عزت سان ڏٺو ويو ٿو ۽ ڪوبه جنگي مهندار پوءِ چاهي ڪيڏي به ڪاميابي جو نه حاصل ڪئي هجيس ته ان کان وڌيڪ اهو مهاپرش، جنهن زندگيءَ جا عيش ۽ سک تياڳ ڪيا هجن، ان کي ٿي سورمو سڏيو ويندو. ازانسواءِ مهاتما جي پيدائش ۽ پرورش ان ديس ۾ ٿي آهي جنهن کي ڌاري ۽ طاقتمند سلطنت شاهيءَ زبردستي بي هٿيار بنا ٿي ڇڏيو آهي. انهن حالتن هوندي جڏهن حقيقتون ائين ٿي ٿيون سيڪارين ۽ تاريخ ان جي تائيد ٿي ڪري تڏهن زندگيءَ جي ضروري مقصدن کي رسڻ لاءِ گانڌي اهنسا جي واٽ ڏيکاري ته ان ۾ ڪو اچرج نه هئڻ کپي.

بي حرڪتي اهنسا سان هن سڌي قدم ۽ عمل (Direct Action) جي هٿيار جو ميلاپ ڪرايو آهي. ائين ڪندي هن کي نرمن جي احتياط (ڍلي رفتار) ۽ گرمن جي بي صبريءَ جو مقابلو ڪرڻو پيو. هن هڪ وچين راهه ٻڌائي آهي جنهن تي مصيبتون ۽ مشڪلاتون ضرور آهن پر ان موجب مخالف ڌر جي طبيعت ۾ انساني اخلاق تي قبضو ڪري هن جي مقابلي کي مڏو بنائي سگهجي ٿو. ان ڪري هن جي ويچار مطابق ڪنهن به ڪامياب بلوي يا بغاوت کان اهڙي سڌي عمل جا نتيجا وڌيڪ جٽادار آهن ڇاڪاڻ ته ان بلوي مان ناراضپي ۽ عداوت جو ٻج پوکجي وڃي ٿو جنهن مان آئينده وڌيڪ خونخوار انقلاب پيدا ٿين ٿا.

سندس ڪم ڪرڻ جو طريقو اصلي آهي. هر ڪنهن غلطيءَ جو مقابلو ضرور ڪرڻو آهي، هٿن جي صفائيءَ سان نه پر پاڻ کي پيڙا ۾ وجهي ان جي تاثير سان مخالف ڌر جي دل ۽ روح تي قبضو ڪرڻو آهي.

سڀ ڪجهه سهجي پر ڪڏهن بہ نہ بولجي؛ هر ڪا مشڪلات ڪلنديءَ ڪڏندي رستو هموار ڪجي پر ڪڏهن ڪوڪ نہ ڪجي. اها ئي هن جادوگر جي مرليءَ جي طرز آهي؛ ان مان تڪليف سهندڙ ڪاميابي حاصل ڪرڻ سان گڏ، غلط رستي تي ويندڙ پنهنجي مخالف ڌر کي پڻ سنئين راهہ تي ڏگ لائي سگهي ٿو. پليل ۽ گمراهہ ٿيل مخالف جي دل جو رخ بدلائي ڪيس سڌي رستي تي وني هلجي. غرض تہ سندس بڌايل حل ۽ فيلسوفي اها آهي تہ سڀ ڪجهہ گمراهہ ٿيل ۽ پليل راهگير جي ڀلي لاءِ ڪرڻ جڳائي.

هن جي شخصيت ۽ روحاني انتيءَ جي پوري ڄاڻ سندس زندگيءَ جي ڪن حقيقي واقعن مان پوي ٿي. جيئن اڪثر ڪري ٿيندو آهي، ساڳيءَ ريت هيءَ پڻ هڪ جهوني زماني جي ويچارن واري گهر ۾ پيدا ٿيو. اٺوهن ورهن جي عمر ۾ انگلينڊ ۾ وڪالت پڙهڻ لاءِ وڃي رهيو هو تہ ان مهل ست سال شادي ڪئي ٿيا هئس ۽ ٻارن جو پيءُ ٿي چڪو هو.

زندگيءَ ۾ ڌرمي ويچارن کي کولي ظاهر ڪرڻ جو ورثو ڪيس سندس ماتا وٽان مليو هو. هن جي اعليٰ مورت، سادي سياءَ ۽ اونهي ايشوري پريم جو گانڌيءَ جي دل تي اڻ مٽندڙ ٺپو چيجي ويو. هوءَ وقت بوقت اپواس رکندي هئي. هر روز وشنوءَ جي مندر ۾ وڃڻ ڪانسواءِ هوءَ پيو ڪو ڪم شروع ئي نہ ڪندي هئي. اسان ڏنوسين تہ ڪجهہ سالن بعد هو تنگ دل ماڻهن جي خلاف هريجنن لاءِ مندر ۾ گهرڻ جي اجازت واري تحرڪ ئي اپواس ذريعي گانڌي پڻ پنهنجي حياتي هٿ ۾ جهلي بيٺو هو. دماغ وارا ودوان جي گانڌيءَ جي ان حق جي طلب تي منجهي بيٺا هئا ڇاڪاڻ تہ ياڻ ان ۾ شامل راءِ نہ آهن. تن کي هتي پنهنجي مونجهاري مٽائڻ جو موقعو آهي. ننڍي وهيءَ ۾ مهاتما پنهنجي ماءُ سان مندر ۾ وڃي، ٻين سڀني سان گڏجي ڏاڍي شرڌا سان پرارٿنا ڪندو هو. اها يادگيري اڃا تازي بيني هئي. هن چاهيو ٿي تہ سماج ۽ رواج جون جهوليون ۽ پٽيون پڇي اها ساڳي سوغات هريجنن سان ونڊيان ۽ ورهايان.

سالن کان لاڳيتا وار رياست ۾ هن جا وڏا وزيراعظم تي رهندا
آيا هئا. سندس خانداني فخر ۽ حاڪمن سان ايمانداري جو ظرف ڳائي
ويندي هئي. هڪ دفعي سندس ڏاڏي کي جو پوربندر جو وزيراعظم
هو، رياست جي ڪن لچڙ شخص چالبازين ڪري ڪڍائي ڇڏيو جنهن
ڪري هن کي ڪنهن ٻئي واري رياست ۾ وڃڻو پيو. اتي هن وڃي ڏاٻي
هٿ سان سلام ڪيو. اتي جي حاڪم اهڙي ظاهري گستاخي لاءِ
سمجهاڻي گهريس ته هڪدم نوڪي جواب ڏنائينس: ”منهنجو ساڄو هٿ
پوربندر کي ڏنل آهي.“ جڏهن ته ان مان ڪيس ئي نقصان رسندو پر
ان ڳالهه جي هن پرواهه به نه ڪئي.

ساڳئي ريت هن جو پيءُ پڻ راجڪوٽ رياست جو وزيراعظم هو ۽
پڇاڙيءَ جو پينشن تي هوندي ئي وفات ڪيائين. ان ساڳئي راجڪوٽ
جي حاڪم ۽ انگريز صلاحڪار، جنهن جي اشاري تي اهو حاڪم هلي
رهيو هو، انهن ٻنهي خلاف هن هڪ شاهي ۽ شاندار تحرڪ هلايو هو. ان
لاءِ پڙان ٽياڳ اپواس پڻ رکيو هئائين جنهن ساري ديس ۾ ترٿلو
مچائي ڇڏيو.

ڏکڻ آفريڪا ۾ سندس جهاد جو احوال، انساني اتهاس ۾ هڪ
مکيه باب تي رهندو. ڪنهن قانوني ڪيس سانگي ڏکڻ آفريڪا وڃڻو پيو
هوس. اتي سندس ڏٺو لک ديسواسي اڇي ڪاري رنگ جي مصيبت جو
شڪار ٿي، سيني سياسي چاهي سماجڪ حقن کان محروم، غلامن جي
بانهن واري حياتي گهاري رهيا هئا.

اتي پهريون دفعو ڊربن کان مسافري ڪندي، فرسٽ ڪلاس
گاڏي جو ٽڪيٽ هوندي به ڪيس مارٽزبرگ ٽوت گاڏي کان ٻاهر هڪاليو
ويو. ساري رات روحاني پيڙا سهڻ بعد هن پڪو پهه پچايو ته هتي رهي
مڙني مشڪلاتن جو مقابلو ڪندس ۽ ويچارو مغرور گورو جنهن ڪيس
گاڏي مان ڌڪي ڪڍيو هو ان کي اهڙي سڌ به ڪونه هئي ته هو نئين
اتهاس جو بنياد وجهي رهيو هو! ان بعد ڪيترين تڪليفن سهندي به هو
آفريڪا ۾ قريبا ويهه ورهيه اٽڪو رهيو. هڪ دفعي فوٽ پاٿ تي پند

ڪندي سخت نونشو پڻ ڪائڻو پيس. هن کي ڪورٽ ۾ وڪالت ڪرڻ
کان روڪڻ لاءِ پڻ ڪيتريون ڪوششون گورن ورتيون هيون. ڪيترا
دفعا سندس حياتي خطري ۾ هئي. پر هنسا چاهي جيل جي سزائن هن
تي خير ڪو اثر ڪيو. (مزدور) "ڪولي بئريسٽر" هڪ... ڳري
شخصيت تي ساماڻو هو. جنرل سمٽس جهڙي هوڏي ۽ ضدي گوري کي
پاڻ سندس اهنسڪ تحريڪن اڳيان آڻ ميٽي پيئي. ڪجهه عرصي کان
پوءِ، پنهنجي وڪالت بند ڪري هيڏي ساري ڪمائيءَ کي نوڪر هٽي،
فينڪس آشرم چالو ڪري، مختلف ترمن جي عام ماڻهن سان گڏ گهارڻ
جو تجربو شروع ڪيائين. ان مهل خود ٽالسٽاءِ جهڙي مهاپرش پڻ
لکيو ته "ساري دنيا ۾ هلندڙن ڪمن مان، هن جوئي اهم ۽ ضروري
ڪم آهي."

ڏکڻ آفريڪا مان موٽڻ بعد کيس اهو يقين ٿي ويو هو ته هندوستان
۾ پڻ اهڙي ۽ ان کان وڌيڪ جنگ جوٽڻي پوندي. برطانيہ سرڪار ڏانهن
سندس هيڏي وفاداري هئي! هتي اچڻ بعد برطانيہ جا ڪارناما ڏسي
سندس اکين تان پردا لهڻ لڳا. پهرين مهاڀاري جنگ پوري ٿيڻ بعد
هندوستان جي ڪيل اٿاه قربانين بدلجي کيس خود حڪومت بدران رولٽ
ائڪٽ ۽ امرتسر جا عام قتلام پلئہ پيا. ساري ديس ۾ سخت تاءُ ڦهلجي
ويو. گانڌي پنهنجي اسهڪار آندولن چالو ڪئي. پنجاب قتلام ۽ خلافت
جي سوال تي هندو ۽ مسلمان يڪمشت ٿي بيٺا. جڏهن هلچل پوري زور
شور سان هلي رهي هئي ان مهل چوري چراءِ، جو گڏيل علائقن ۾ هڪ
ننڍڙو ڳوٺڙو آهي، اتي ڪن ماڻهن اهنسا کي عمل ۾ آندو بس اوچتو
اعلان ڪري هلچل بند ڪري ڇڏيائين. ان فرمان تي چوطرف ناراضپو ۽
چوءَ پچوءَ ڦهلجي ويئي. پر مهاتما لاءِ سڀ کان اول ۽ اعليٰ آهي اهنسا.
چالاڪ برطانيہ حڪومت ان موقعي جو پورو ۽ ناجائز فائدو ورتو. جلد
کيس گرفتار ڪري ڇهہ سال جيل جي سزا ڏني ويئي. سندس مقدمي
کي هڪ ٻئي اتهاسڪ مقدمي سان مشابهت ڏني ويئي آهي جو ٻہ هزار
ورهيہ اڳي جيرو سلم ۾ هليو هو.

ڏهن سالن بعد برطانوي راڄ خلاف هڪ زبردست تحريڪ هلائي رهيو هو. ٻين انيڪ پيڙائن ڪانسواءِ سندس لکها پوئلڳ مردن ۽ عورتن جيل جا دروازا ڏنا. ڏاري حڪومت ۾ ڦڙڦوٽ پئجي ويئي ۽ لاچار ناه ڪرڻو ئي پين. وائسراءِ لارڊ ارون ۽ ونسٽن چرچل جي ”اڌننگي فقير“ جي وچ ۾ ڪيل گانڌي - ارون ناه بعد برطانيہ جي چالبازيءَ سان سڏايل ٻي گول ميز ڪانفرنس تي گانڌي ئي ڪانفرنس، جو واحد نمائنده ٿي ويو هو. ان گول ميز ڪانفرنس مان هڙ حاصل ڪي بہ ڪين ٿيو جنهن ڪري اتان موٽڻ بعد کيس مجبورا ٻي اسهڪار آندولن هلائڻي پئي. لٺين، گولين، جيل ۽ فوجي راڄ جا ٻن سالن لاءِ هندوستان کي ڪشت پوڳڻو پيو.

1934 ۾ ڪانگريس ۽ سياسي جيوت کي الوداع ڪري سيواگرام آشرم مان پنهنجي دلسپند جوڙجڪي پروگرام کي تن ۽ من سان جنبي ويو. ٻکي پارت جي سٽن لکن ڳوٺن ۾ رهندڙ، بکين، ننگن ۽ قرض جي مرض ۾ مبتلا رهندڙ آدم جي ڪنگالپڻي ۽ انهن جي لٽ کسي متائڻ لاءِ هر وقت هن جي چت ۾ چوراً کوراً هلي رهي هئي. قومي هلچل ڳوٺن تائين پهچي چڪي آهي ان ۾ هن ئي وڏو حصو ورتو آهي.

دلچسپيءَ سان پربل ٻي هڪ حقيقت اها آهي تہ هنري سيتا بابت سندس ويچار زماني جي هوا سان هلندا رهيا آهن. ماهريت ۽ ترقيءَ جي نالي ۾ جو انسان ذات کي چؤڪنيو ٻڌو پيو وڃي، ان غلاميءَ مان انسان ذات کي ڇڏائڻ لاءِ هن ڪلن ۽ ڪارخانن جي خلاف تحرڪ هلايو آهي. هن ظاهر ڪيو آهي تہ چرخو پڻ ڪل جو هڪ عمدو قسم ۽ جزو آهي.

گانڌيءَ جو چالو ڪيل هٿ جو ڪپڙو (ڪاڌي) هن قومي هلچل (جي سپاهين) جي وردي (پوشاڪ) بنجي پيو آهي. اکل پارت چرخا سنگهہ جي سايع هيٺ 41-1942 ۾ 15,110 ڳوٺن ۾ 3,52,257 ڪاريگرن کي روزگار ملي رهيو هو. سنگهہ جي موڙي آهي صرف پنجاهہ لک روپيا. ٻئي طرف هندوستان ۾ ڪپڙن جا ڪارخانن ۾ سؤ دفعا ۽ ان کان بہ وڌيڪ رقم سيڙابل آهي. سنگهہ جي ڪمن ۾ جيترا ماڻهو رنيايل

آهن. انهن جو اهو انداز به انهن کان خانن ۾ ڪونه هو رنيتيو ويو هو، جي شاگي ۽ رڻ سنڌس جاري ڪيل پروگرام اڏيو سنگهه هندستان ۾ قتل ڪوتائن هنرن کي نئين سر زور ورتي ڪروڙها بيروزگار ڳوٺائن کي پيداش ۽ پيٽ پالنا جو ڪو وسيلو ميسر ڪري ڏيڻ لاءِ، ڪوشش ڪئي رهيو آهي.

سر سٽئفورڊ ڪرپس جي ڊونگ بازي ۽ واري رٽ جي نا ڪاميابي ۽ بعد ”ڪئٽ انڊيا“ (هندوستان ڇڏي وڃو) جا لفظ هر هڪ جي ڪنن ۾ ڳونجي رهيا هئا. ان تحرڪ گانڌي ۽ جي اثر اهميت کي گهٽي پسنتي ڏني. اڄ تائين اهڙو تحرڪ ڪونه هلايو آئس. سناڳي وقت اهو دعوي ڪئي چئو تا ته هڪ غلام ملڪ جو پنهنجي آزادي ۽ لاءِ وڙهي رهيو آهي ان لاءِ هندوستان جيڪا ان تحريڪ اهنسا ڏيکاري اهڙو مثال بئي هند ڪونه ملندو.

سچ پچ گانڌي ۽ جي صورت جا مختلف پهلو اجرج پيو لڳي. سنڌس سياسي ڪمن جي ياداشت هن جي بين مڙني ڳالهين کان گهٽو اڳتي هلي ويئي آهي. مثال گذريل هڪ سچي صدي ۾ مڙيئي سماج سڌارڪ به استري لاءِ ايترو ڪجهه نه ڪري سگهيا جيڪي هن اڪيلي سر حاصل ڪيو آهي. هريجن لاءِ هلايل تحرڪ پڻ اڇوتپڻي جو خاتمو آندو آهي. سنڌس ئي رهنمائي ۽ هيٺ ڪانگريس وزارتن بمبئي ۽ بين پرڳڻن ۾ شراب تي بندش وڌي. هو هڪ اعلي اخبار نويس پڻ ٿيو آهي. بين مڙني اخبار نويسن کان وڌيڪ هن جي ليکن ۽ گفتن کي رئي سنارو هندوستان پڙهي ۽ وليراٿي ٿو. هن جي ئي منظم سان هندوستاني بولي اڄ هندوستان جي راشتريه ڀاشا تسليم ٿي رهي آهي. سنڌس وارڌا تعليمي رٿ پڻ تعليمي بنياد ۽ اداوت ۾ مانداڻ مچائي وڌو انقلاب آڻيندي.

گذريل چاهي موجوده اڳواڻ ۽ اڳي چاهي اڄ عام جي دلين ۽ دماغ تي پنهنجي حڪومتي طاقت سان قبضو ڪري سگهيا آهن. گانڌي ۽ جو ئي هڪ يگانو مثال آهي جو ڪنهن به سرڪاري يا حڪومتي مدد ۽ طاقت کان سواءِ ساري انسان ذات تي پنهنجي شخصيت جو اثر وجهي

وينو آهي. اهي حالتون يقينا ڪيس، ساري دنيا جو اخلاقي اڳواڻ تسليم ڪرڻ جي گواهي ڏين ٿيون. اهڙا ڪي ٻه مثال موجود ڪونهن تہ اڄ تائين ڪنهن بہ اڳواڻ ڪي هن جي اڌ جيترا پوئلڳ مليا آهن. هن جو قصو عام جي دلين ۽ دنيا جي دائمي دفترن ۾ درج ٿي ويو آهي.

ڪلمڪ، خوش مزاج ۽ وٽندڙوري ڪهڙو! شري آچاريہ ڪرپالاڻي، جو گانڌيءَ جو هڪ عقلمند ۽ تيز فهم (شرڌالو) مريد آهي، ان هڪ دفعي ٻڌايو تہ:

"ڪانگريس ۾ گانڌيءَ جي سياست، آشرم ۾ سندس سختي ۽ ضابطو ۽ گجرات وديا پيٺ ۾ هن جي خوشمزاجي ظاهر آهي."

ڌارين ملڪن ۾ هر ڪنهن هندستانيءَ کان پهريون سوال اُتي جا رهاڪو، گانڌيءَ بابت ئي پڇندا آهن. 1938 ۾ نيويارڪ کان ميڪسيڪو تائين ٽن هزارن ميلن جي مفاصي واري مسافري، مان موٽر رستي رهيو هوس. رستي تي ڪنهن اِسٽيشن نزديڪ ڪجهہ کاڌي خوراڪ لاءِ ترسياسين. دڪان وارو منهنجي هندوستاني پوشاڪ ڏسي ڪجهہ پل صبر ۾ رهڻ بعد پاڻ روڪي نہ سگهيو.

" اوهين ڪهڙي ملڪ جا رهاڪو آهيو؟" هن پڇيو.

"هندستان"

"او هندوستان! پلا ٻڍڙو وٽندڙ گانڌي ڪيئن آهي؟"

"بلڪل نيڪ "

"اڃا اپواس رکندو آهي؟"

"ضرور"

"سندس ٻڪري ڪيئن آهي؟"

"تندرست ۽ تازي توانی"

اها منهنجي ملاقات وڏي شهر کان هزارين ميل پري ورجينيا جي هڪ ڳوٺ نزديڪ ٿي هئي. ان طرح ٻين ڪيترن پڻ ٻيا انيڪ سوال پڇيا ۽ جڏهن اسين اتي هلڻ لڳاسين تہ هو اسان کان مانيءَ جا پئسا ئي نہ

پيا ونن. گانڌيءَ لاءِ ساري دنيا ۾ ڪيڏي نہ شردا ۽ حب آهي ان جي ثابتي ان مثال مان ملندي.

هڪ ٻيو واقعو جو ٻئي ڪنهن هنڌ پيش آيم، سو پڻ دل تي تري آيو اٿم. مون کي هڪ دفعي ڪن تعليم يافتہ ماڻهن اڳيان هندوستان بابت ڳالهائڻو هو. انهن ۾ گهڻا ڪولمبيا يونيورسٽيءَ جا ميمبر هئا. مون پاڻيهي اڌ وقت کان بہ مٿي وارڌا تعليمي رٿ تي ڳالهايو ان لاءِ تہ ٻڌندڙن جا رايا پڻ جاچي سگهان. منهنجي حيرت جي حد نہ رهي جڏهن ڏٺم تہ رٿ جي مختلف اصولن تي هو پاڻ ۾ لفظي چڪتاڻ ۾ پئجي ويا. هڪ چيو تہ "رٿ انقلابي ۽ بلڪل صحيح آهي." ٻئي رايو ڏنو "يقينا عملي ۽ فائديمند آهي." "پر چو نہ اها رٿ هٿ عمل ۾ آڻي فائدو ۽ خوشي حاصل ڪجي؟" ٽئين زور سان پڇيو، ان ريت چڪتاڻ ايتري قدر تہ وڌي ويئي جو آخر مون کي ئي ان رٿ بابت ڪي اعتراض ٻڌائي ڪين ماٺ ڪرائڻي پيئي.

"هندوستان ۾ گهڻن جو ويچار آهي تہ اها رٿ مالي طور تي آڌار هلي ڪونہ سگهندي." مون چيو.

"برابر ائين آهي" هڪ چيو "پر ان ڪري ڪو رٿ جو بنيادي گڻن ۽ وصفن کي نظر انداز ڪونہ ڪري ڇڏيو. اسان جون ڪيتريون يونيورسٽيون آهن جن وٽ ڪروڙن جي ملڪيت آهي. ان هوندي بہ اهي پنهنجي پيرن تي ڪونہ بيهي سگهيون آهن. ان ڪري بند ڪونہ ڪيون. ڪوٽ جي پورائي تہ سرڪاري خزاني مان ٿيڻ کپي."

"پر هن سرشتي ۾ وقت جي ورڇ بہ ڏسو نہ. پنجن ڪلاڪن منجهان هڪ ڪلاڪ ۽ ويهہ منٽ ڪتاب پڙهڻا آهن ۽ باقي ٽي ڪلاڪ چاليهہ منٽ هنري سکيا ٻلي صرف ڪجن ٿا. اها وقت جي پوري وراهست آهي؟"

"مان ٻئي نظر کان ان کي ڏسان ٿو." هڪ ماهر پروفيسر چيو "توهان جو گانڌي اسان جي لڳايل انداز کان وڌيڪ عملي ۽ سڌو ڏسڻ ۾ ٿو اچي. هن جاتو ٿي تہ اسان جهڙا انسان ان رٿ کي چني ڦاڙي

ڇڏيندا ۽ ان ڪري هن چاٽي ٻجهي اهڙي اُلٽي وراهست ڪئي آهي مان سمجهان ٿو تہ هو ايتري رعايت ضرور ڪندو تہ ٻنهي سکيائن ڪتابن ۽ هنريءَ - ڪي هڪ جيترو قت ڏنو وڃي."

حقيقتا گانڌي ساري زماني ۽ ساري انسان ذات جي ملڪيت آهي. هن کي دنيا جو اعليٰ سياستدان سڏيو وڃي يا هندوستاني وطن پرست ڪري ڪوٺيو وڃي پر سندس نالو امر ٿي چڪو آهي. سندس اعليٰ شخصيت ۽ اوچ آتما جو ان کان وڌيڪ ٻين ڪهڙن لفظن ۾ اظهار ڪريان ؟ سندس اها ئي تمنا آهي تہ:

"هر ڪنهن رئندڙ اکين مان لڙڪ اگهي ڇڏيان"



# گانڌي اقتصاد

گذريل مهاڀاري لڙائيءَ وقت ائين پئي ڀيو ويو ته لوڪشاهي ۽ امن قائم ڪرڻ لاءِ ئي اها لڙي وڃي ٿي، سڀني کي اهائي اميد هئي ته ليگ آونيشن (قومن جو منڊل) انترراشٽريه سهڪار ۽ مجموعي ۽ گڏيل سلامتيءَ جي بنياد تي ساري دنيا جي فيڊريشن قائم ڪندو. ليڪن افسوس ته اهي سڀ اميدون پاڻيءَ جا ڦوڪڻا ثابت ٿيون. اُٽلو ورسيلز جي عهد نامي موجوده خونريزي، وحشانيت ۽ جنگ پيدا ڪئي آهي. جرمنيءَ کي نگهو سار ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو جرمنيءَ جي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ هٽلر پيدا ٿيو ۽ اگر هٽلر کي ناس ڪيو ويو ته ان کان وڌيڪ ٻيو ڪو ٻئلر پيدا ٿيندو، چاڪاڻ ته مدبر، صلح جو بنياد هنسا تي ٻڌڻ ٿا چاهين. هلندڙ لڙائيءَ بعد جنهن صلح آڻڻ جون ڪوششون ٿي رهيون آهن ان ۾ پڻ نااميدي ۽ نراسائي جا اهڃاڻ ظاهر آهن. النت ۽ اهنسڪ صلح جا ڪي به آثار ڪونه ٿا ڏسڻ ۾ اچن. اگر تاريخ پاڻ دهرائيندي رهي ٿي ته هلندڙ جنگ بعد ممڪن آهي ڪو ٻيو ورسيلز عهدنامو ڪيو وڃي جنهن جا گل اهي نڪرندا ته ٽين ٻينڪر ۽ هيبتناڪ لڙائيءَ لاءِ اسان کي تياري ڪرڻي پوندي جنهن جو ويچار ڪندي ئي ڏرن ڏڪيو وڃي. اڄ ڪالهه اهي ئي خبرون اچي رهيون آهن ته ٿي ٿوپيون صرف جرمني جي ورهاڱي تان وڙهي پيون آهن.

ان سموري هنسا، خونريزي ۽ رتوڇاڻ جو ڪارڻ ڪهڙو؟ هنسا وادي اڪثر ائين چوندا آهن ته جنگيون هئڻ ضروري آهن؛ لڙاين ذريعي دنيا جي گهٽن جهڳڙن جو فيصلو ٿيندو رهي ٿو. پر اها خيالات آهستي آهستي بي بنياد ثابت ٿي رهيو آهي. اڄ هرڪو ائين چئي رهيو آهي ته

جنگين جو هڪ ٻي ڪارڻ آهي: ڪمزور قومن تي لالچي ۽ هٻڇي ملڪن جو ضابطو جيئن سلطنت شاهي قائم ڪرڻ لاءِ انهن کي ڏهي سگهجي.

ان سموري سماجڪ، سياسي ۽ اقتصادي هنسا کي مٽائڻ لاءِ گانڌي سالن کان پورهيا ڪندو رهيو آهي جنهن ۾ گهٽي قدر ڪامياب ٿيو آهي. اڄ سندس اقتصادي اصولن کي دنيا قبول ڪري رهي آهي. هو جا اهنسڪ سماج اڏڻ چاهي ٿو ان جا مکيہ تي بنيادي ٿنيا ۽ اُديش آهن.

پهريون سادي رهت ۽ اوچ خيالات، مغربي سڀيتا ۾ جسماني خواهشن ۽ عيشن کي ٻي وڏي اهميت ڏنل آهي. چوندا تہ سڪي اهو جنهن وٽ ڌن ۽ دنيوي پدارٿ جهجهو. ان کي ئي رهڻ جو درجو (Standard of Living) چون ٿا. پرگانڌيءَ جو، جيون جي درجي، (Standard of Life) سان ئي سبنڌ آهي.

”من آهي بي آرام ۽ اڌامندڙ پکي، جيڪي ڏيس اوترو وڌيڪ پيو طلبيندو ۽ ان بعد بہ حيران پريشان. جيئن پنهنجي منوڪارن کي راضي ڪيو تئين وڌندائي رهندا ۽ وهلور ويندا. اهوئي ڪارڻ آهي جو اسان جي بزرگن نفس پرستي ۽ تن پروريءَ جون ڪي حدون مقرر ڪيون هيون چاڪاڻ تہ سچي خوشي ۽ شانتي آهي من ۽ آتما جي ۽ نہ نفس يا سرير جي.“

روس جو ساميہ واد پڻ بنيادي طور سلطنت شاهيءَ جو ٻيو روپ آهي چاڪاڻ تہ ٻنهي جو دنيوي ۽ جڙوادي ملڪيت ۽ سکن جي چاهنائي مقصد آهي.

ٻيو اصول آهي پورهئي لاءِ پريم ۽ پيار؛ ان جي پوترتائي ۽ مرتبو.

”ائين نہ آهي تہ ڪو اسان کي کلن جي سڌ نہ هئي. اسان جي ٻزرگن کي اها ڄاڻ هئي تہ انهن ڳالهين پنيان پوڻ سان اسين گهرجن جا [illegible] سي ننهجي اخلاقي پختائيءَ تان هيٺ ڪري پونداسين. آخر گهڻي [illegible] ويچار ۽ [illegible] بعد انهن اهوئي طريقو ورتو تہ پورهيو صرف [illegible] ۽

پيرن سان ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ صحت ۽ سچي خوشي پورهئي ۾ ئي سمايل آهي."

گانڌي جو اهوئي وشواس آهي تہ اسان جي دماغي، روحاني چاهي اخلاقي ان تي جسماني شڪتيءَ تي ئي منحصر آهي. سندس واردا تعليمي رٿ پڻ ان بنياد تي بيٺل آهي تہ محنت ذريعي علم پرائجي ۽ هنرمند ٿجي. سادگيءَ ۾ ئي زندگيءَ جا اخلاق، علم، عقل ۽ اُديش اُسرندا رهن ٿا. مشينري، ڪلن ۽ ڪارخانن ذريعي محنت ۽ مزدور جي ملهہ کي پورو درجو نہ ڏيڻ ڪري اسين خواهشن جا غلام، ٻئي جو گلو ڪپيندڙ ۽ حبجي هوس بنجي پيا آهيون. جيوت جو مقصد هئڻ جڳائي سادگي ۽ آزادگي. زندگيءَ جي ضرورتن بابت مالي خود - آڌاريءَ لاءِ هر هڪ جي لياقتن ۽ سندس شخصيت کي کولي ظاهر ڪرڻ جو وجهہ ڏنو وڃي. سرمايداري سرشتي ۾ پورهئي کي غلط طريقي ڪم آندو وڃي ٿو ۽ اهوئي ڪارڻ آهي جو ماڻهو ساميہ واد ڏانهن اڄ ڊوڙي رهيا آهن. پر سامیہ واد جو بنياد پڻ هنسا تي ٻڌل آهي. گانڌيءَ جي اهنسڪ سماج ۽ نئين نظام ۾ موجوده هنري سرشتي کي ڪابہ جڳهہ نہ رهندي.

حقيقتاً گانڌي ڪوڪلن جي خلاف ڪونهي. انسان جو بدن ۽ خود سندس چرخو پڻ ڪلن جا عمدا نمونا آهن. ليڪن سندس شڪايت آهي موجود هنري سرشتي بابت جنهن مان ٿورن جي ٿجوڙين ۾ ناڻو جمع ٿي رهيو آهي ۽ ٻئي طرف اٿاه آدم پيڙجي رهيو آهي.

سندس ٿيون سڌانت آهي تہ انساني لياقتن جي پوري ڄاڻ ۽ قدرشناسي ڪئي وڃي. اسان جا ارٿ شاستري ناڻي ۽ لفعن کي سڀ ڪجهہ سمجهي ويٺا آهن.

"انسان سڀ کان اتم آهي"

۽

"ناڻي کان جيوت وڌيڪ ملهائتي آهي."

اهوئي سندس چوڻ آهي. ڪاڏيءَ ۾ پڻ اهائي فيلسوفي سمايل آهي. ليڪن ڪارخانن جي ٺهيل ڪپڙي ۾ ان تي ڪوبہ ڌيان ڪونہ ٿو

ڏنو وڃي. هڪ اقتصادي متو آهي تہ سستي شيءِ ئي خريد ڪرڻ گهرجي. ان بابت هن لکيو آهي:

”ارٿ شاسترين جو بلڪل غير انسانيت جو ئي اهو اُصول آهي.“

ارٿ شاستر کي نيتي شاستر کان جدا ڀيهاري ڪونہ سگهبو ۽ ان مطابق اهڙو ڪوبہ ڪم نہ ڪجي جنهن مان ويجهن کي ڪوبہ هرج رسي. گانڌيءَ جو سوديشي نعره ان انسانيت جي اصول تي ٻڌل آهي تہ پنهنجي پاڙيسريءَ کان ئي خريد ڪري ان کي همٿائڻ گهرجي.

”اها ڄاڻ هوندي تہ پنهنجن ويجهن ڪتندڙن ۽ اڻيندڙن جو ڪپڙو پائڻ سان مان ڀاڻ ڏکي انهن کي ماني ٽڪر ۽ انگ ڍڪي سگهان ٿو. پر تہ بہ اگر مان وديشي ڪپڙو واپرايان سو بلڪل غلط ۽ غليظ آهي.“

پراچين گريڪ جي بادشاهت وانگر اسان جي ديس ۾ گرام سنگهن جو بنياد مٿين ٽن اصولن، سادگي، مزدوريءَ جو مرتبو ۽ انساني لياقت تي ئي ٻڌو ويندو. پنهنجي ڪاروبار هلائڻ لاءِ اهي سنگهہ خود آذار ۽ ڀاڻ سنڀاليندڙ ٿيندا. ان طرح ئي سچي لوڪشاهي قائم ٿي سگهندي ڇاڪاڻ تہ حڪومت هلائيندڙ ۽ رعيت هڪ ٻئي جي سهڪار ۽ آذار تي هلندا. جيمس سٽوئرٽ مل لکيو آهي تہ:-

”اها حڪومت جنهن ۾ ساري رعيت حصو وٺي سائي سيني مصيبتن کي منهن ڏيئي سگهندي.“

اهڙيءَ حڪومت ئي گانڌي چاهي ٿو. اهو سنگهہ پنهنجن تعلقن، ضلعن، پرڳڻي ۽ ساري ملڪ سان ڳنڍيل رهندا، پر اندروني ڪاروبار ۽ اقتصادي ڳالهين ۾ پورا آزاد رهندا. نگرواسين جي محنت سان گهرج جون سموريون شيون اتي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي. جيڪي گهرج کان وڌيل نهي سوئي ٻاهر روانو ڪري ان جي بدلي ضرورت واريون شيون جي اتي نہ ٺهي سگهن سي ئي گهرايون وينديون. ان طرح آمدني ۽ روانگي تمام ٿوري ٿيندي جنهن ڪري آمدرفت گهٽي گهٽجي ويندي. ساري پوک ۽ فصل اتي جي ڪاڻي لاءِ ميسر ڪيا ويندا ۽ نہ ڳرن نفعن تي وڪيا ويندا. ڪو واپاري وڪري لاءِ ناٽي جو فصل

ڪونہ پوڪيندو. ڳوٺ ۾ ئي ڪپڙي لاءِ سٽ ڪتبيو ۽ اُڻيو ويندو. ڀنو، تيل، صابڻ، ڳڙ، جتيون وغيره اتي ئي جڙندا. ڀاڄيون پڻ پوکبيون. کير ۽ مکڻ ميسر ڪري ڏيڻ لاءِ شير خانہ ۽ ٻيا هنر سڀ سهڪاري بنياد تي هلايا ويندا. ناچ گانا، ڪلا، نرتيہ، ساهتيہ ۽ ادب، مجلسون، شاد مانا، راڳ روپ، سڀ سوديشي (پنهنجا) هر هڪ انسان کي اٽ ڪلاڪ پورهيو ڪرڻو پوندو جو موجوده ڪارخانن جي ڪم وانگر ٿڪائيندڙ ۽ هاڃيڪار نہ هوندو، اٽلو ان مان خوشيءَ، راحت، علم ۽ عقل ميسر ٿئي.

گرام سنگهہ ڏار تي مزدور مان ڪوبہ فائدو ڪين وٺي سگهندا چاڪاڻ تہ سرمايداري. جون پاڙون ڪپي، سچي ۽ دائمي ساميواد کي قائم ڪيو ويندو. خفي واري، پتي ۽ ٿڪائيندڙ حياتيءَ جي بدلي هرڪو نگر واسي سنتوش، سادگي ۽ سک واري حياتي گهاريندو. ناڻو ٿيندو وسيلو ۽ نہ منزل مقصود، سمورا سودا ٿيندا جنس ۾ ۽ نہ روڪ جنهن ڪري ارٿ شاستر هرڪو سولائيءَ سان سمجهي سگهندو. موجوده سرشتي ۾ ڏس نہ وڏا ودوان ساري عمر - اپياس ڪندي بہ ارٿ شاستري سمجهي نہ سگهيا آهن.

واپار ۽ ڌنڌا بلاشڪ شخصي طور ڪيا وڃن پر انهن تي حڪومت جو ضابطو رهندو. ان ريت اڻ سڌيءَ طرح زياده نفعي تي پڻ قبضو رهندو. اگر ڪوبہ مال پاڻ وٽ نہ ٺهي سگهي تہ بلاشڪ ٻاهران گهرايو وڃي پر ان شرط تي تہ ان مان ملڪ کي ذرو بہ هاڃي نہ رسي مشين جو ڪوبہ سامان ٻاهران گهرائڻ تي بندش. جيڪو سامان ڪنهن بہ هنڌ وڌيڪ پيدا ٿئي تہ اهو ڪوٺ وارين ايراضين ڏانهن روانو ٿئي. ان طرح انتر راشٽريہ واپار، حڪومت جي هٿ هيٺ سيني ملڪن جون گهرجون پوريون ڪري سگهي ٿو.

لٽ ۽ ڦر اهوئي سلطنت شاهيءَ جو ٻيو نالو آهي. نہ [illegible] ريت نئين نظام ۾ ان لاءِ ڪوبہ دروازو ڪليل نہ رهندو. رهڻ لاءِ سادا [illegible]، هر هڪ جو پيٽ ڀريل، انگ ڍڪيل ۽ مٿولڪل، پوءِ چوري ڪير

ڪندو؟ پوليس جي ضرورت ڪونهي. هر هڪ ڳرام يا جزو هجي خود آذار نه ٻاهرين ڪاه جو به خطره ڪونه رهي. بينڪن رکڻ جو خيال آڻڻ ئي غلط آهي. ڪيتري به ڪوشش ڪئي وڃي پر ڏارين ڪارخانن جو ڪپڙو ڪونه آندو ويندو ۽ ان طرح ٻاهرين ڪي پير کوڙڻ جو وجهه ئي ڪين ملندو. سماج جو بنياد اڻين ورهايل ۽ سهڪاري بنياد تي بيهاريو وڃي ته هنسا ڪانسواءِ ئي آزادي ۽ خود آذاري قائم رهي سگهندي.

ڪي وري اهو واهيات پرچار ڪندا آهن ته گانڌي هندوستان کي پوئتي وٺي وڃڻ ٿــو چاهي، ان ۾ ڪابه ســچائي ڪونه آهي. هو ته وشوڏاري ۽ دور انديش آهي جنهن موجوده بدانتظامي، بي آرامي ۽ خرابين جو ڪارڻ ڳولي ڪڍيو آهي. جنهن جو خود ڪيــترن مـغربي دانائن قبوليت پڻ ڏني آهي. هو دنيا کي هڪ نئون پيغام پهچائڻ ۽ پنهنجو سنهيو سڻائڻ آيو آهي. سندس آدرشن تي ئي امن، ان تي ۽ آزاديءَ واري دنيا جي عمارت اڏي ويندي. هو قدم اڳتي ئي وڌائيندو رهيو آهي ۽ اهو زمانو به پري نه آهي جڏهن سندس اڻ ڳڻيون رٿون ساري جهان کي تسليم ڪري هن کي قبول ڪرڻو پوندو. مستقبل سڀ ثابت ڪندو. اهو ڏينهن جلد اچي شل!

●●

# منهنجي سپنن جو سنسار!

آءُ اهڙي هندوستان اڏڻ لاءِ ڪوشش ڪندو رهندس جنهن ۾ مسڪين ۽ مفلس پڻ اهو محسوس ڪندا ته هندوستان سندن ئي وطن آهي ۽ جنهن جي اڏڻ ۾ ڪين اثرائتو آواز آهي. اهڙي هندوستان ۾ اوچ يا نيچ سماج نه رهندي: جنهن ۾ سڀ قومون پريم ۽ محبت سان گڏ گهاريندون.... اهڙي هندستان ۾ نه اڇوتپڻي لاءِ ڪا ڪنڊ رهندي ۽ نڪو نشي جهڙي شيءِ جو واهپو هوندو.... عورتون پڻ مردن جهڙا ئي حق ماڻينديون. اهڙوئي پارت منهنجي سپنن جي سنسار ۾ چٽيل آهي.

ايم - ڪي - گانڌي

خواجہ احمد عباس
ڪيرت ٻاٻاڻي

# اسلام جو دوست

جهوءَ جي ڪناري اها وڻندڙ شام هئي. اٽڪل ڏهہ هزار ماڻهو شام جي دعا لاءِ اچي گڏ ٿيا هئا. آشرم واسي جدا جدا ڌرمن مان پرارٿنائون اچاري رهيا هئا. گانڌيجي، شانت سماڌيءَ ۾ اُهي ٻڌي رهيو هو. سنڪرت جي شبدن ۽ تلسيداس جي مست ڪندڙ گيتن تي ٻڌندڙ جهولي رهيا هئا. اوچتو شانت وايو منڊل ۾ مڌر آواز گونجڻ لڳو. بسم الله الرحمان الرحيم - ڏٺيءَ جي نالي ۾، جو ٻاجهرو ۽ رحيم آهي. الحمد الله رب العالمين الرحمان الرحيم مالڪ يو مدين - هو جو ساراه جي لائق آهي، قدرت جو مالڪ ٻاجهارو ۽ قيامت جي ڏينهن جو مالڪ آهي. وينلن مان شايد ڪن ٿورن کي خبر هئي تہ قرآن شريف مان ڪي آيتون پڙهيون پئي ويون. گانڌيجي پرارٿنا کي تڏهن پورو سمجهندو آهي جڏهن اسلام جي پاڪ ڪتاب قرآن شريف مان بہ آيتون پڙهيون وينديون آهن. پر جن سمجهيو ئي تن مان بہ ٿورن موقعي جي اهميت سمجهڻ لاءِ ويچار ڪيو. اهو ڪئن ٿي سگهي ٿو تہ جنهن ماڻهوءَ کي ڪٽر فرقيپرست، اسلام ۽ مسلمانن جو دشمن سڏين ٿا، تنهن کي قرآن جي آيتن مان اتاه ملي. ناڻين آگسٽ تي صبح جو جڏهن کيس پوليس وٺي ٿي وئي تہ اُن مهل پڻ دعا لاءِ وقت گهريائين. پارٿنا ڪيائين پر اُن سان گڏ قرآن مان آيتون پڙهيائين. اڌ ڊزن ڪان بہ گهٽ ڪتاب پاڻ سان کنيائين ۽ اُنهن مان قرآن شريف هڪ هو. ڇا، هيءَ پاکنڊ ٿي سگهي ٿو؟ ڇا، هيءَ سياسي مدبر جي مسلمانن کي ڦاسائڻ لاءِ ڄار آهي؟ جواب پڌرو پيو آهي. هرگز نہ. گانڌيجيءَ جي اسلام لاءِ عزت ۽ دلچسپي پنجاه سال جهوني آهي. سياست ۾ گهڙي رهنمائي ڪرڻ کان گهڻو اڳ، سندس زندگيءَ ۾

اهڙو سمو ڪڏهن بہ نہ آيو آهي جڏهن ڪن مسلمانن دوستن جو هن ۾ وشواس ۽ عزت نہ رهي آهي ۽ هن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ڪم نہ ڪيو آهي. سندس ڌرمي رهت بابت ڪير ڪٿي چا بہ چوي پر ڪوبہ هن تي اها تهمت هڻي نہ سگهندو تہ هو تعصبي ۽ ڪٽر عقيدو رکندڙ آهي. پنهنجي آتم ڪٿا ۾ لکيو اٿس "ننڍپڻ کان وٺي مون ۾ سڀني هندو پنٿن ۽ ٻين مذهبن لاءِ پيار پيدا ٿيو آهي. منهنجي پيءُ کي ڪيترا مسلمان ۽ پارسي دوست هئا جي هن سان پنهنجي عقيدن بابت اچي بحث ڪندا هئا. مان انهن کي عزت سان ٻڌندو ۽ ڏاڍي چاهہ سان ٻڌندو هوس. مان هميشه اُتي حاضر هوندو هوس جنهن ڪري مون ۾ ٻين مذهبن کي سمجهڻ جو شوق پيدا ٿيو."

جيتوڻيڪ مذهبن کي سمجهڻ ۽ سچي کوج ڪرڻ جي پرک هن ۾ دير سان پيدا ٿي پر خوش نصيباً هن اعليٰ آتما جي زندگي ۾ اهو وقت تڏهن آيو جڏهن هو ڪيترن مسلمانن سان ويجهي صحبت ۾ رهيو. ياد رهي تہ جڏهن مهاتما هڪ هوشيار بئريسٽر هو تڏهن سيٺ عبدالله جي دعوت تي هو ڏکڻ آفريڪا ڏانهن ويو هو ۽ هن پنهنجا ڀرپور ناتا سيٺ عبدالله سان چڱي طرح ظاهر ڪيا آهن ۽ هن جي صحبت ۾ ئي اسلام جي ڄاڻ مليس. لکي ٿو "عبدالله سيٺ کي اسلام لاءِ گهڻو فخر هو ۽ اسلام جي فيلسوفيءَ تي ليڪچر ڏيندو هو. جيتوڻيڪ کيس عربي ڪونہ ايندي هئي ان هوندي بہ قرآن پاڪ ۽ اسلامي ادب جي کيس چڱي ڄاڻ هئي. کيس انيڪ مثال برزبان ياد هوندا هئا. هن جي صحبت ۾ مون کي اسلامي علم جي چڱي ڄاڻ پئي. جڏهن اسين هڪ ٻئي جي ويجهو نزديڪ آياسون تہ ڌرمي مسئلن ۽ وشين تي اسان جا وڏا بحث هلندا هئا."

آفريڪا ۾ ڪجھ عرصو رهڻ ڪري گانڌيجيءَ مختلف مذهبن کي چڱيءَ طرح سمجهيو ۽ انهن جو ڪافي اڀياس ڪيو. هو نہ فقط اپنشد ۽ هندو ڌرم کي کولي ظاهر ڪندڙ فيلسوفانہ طرح پڙهندو هو پر ڪرستاني، اسلام ۽ ٻين مذهبن جي پاڪ پستڪن جو بہ چڱيءَ طرح

اپياس ڪندو هو. پنهنجي آتم ڪٿا ۾ ڄاڻايو اٿس تہ ”ان الله منهنجي اندر ۾ هندو ڌرم لاءِ عزت وڌائي ۽ اُن جا سهڻا ويچار منهنجي من تي غالب پوڻ لڳا.“ پر اهو اظهار تعصب ۽ ڪٽرپڻي کان بنهہ آجو هو. چوي ٿو ”ان جي اڀياس منهنجي دل ۾ ٻين مذهبن لاءِ ڪوبہ شڪ شبهہ پيدا نہ ڪيو.“ سڀني ڌرمن، خاص ڪري اسلام جو پايو وجهندڙ پيغمبرن جون زندگيون هن چڱي طرح پڙهيون. ”انهن ڪتابن منهنجي نظر ۾ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي عزت بلڪل وڌائي ڇڏي.“ انهيءَ مان ڏسي سگهجي ٿو تہ جيئن هن جو چاهہ ڌرم ۾ وڌڻ لڳو، تيئن منجهس سهنشيلتا ۽ انسانيت وڌندي ويئي ۽ پنهنجي مذهب سان گڏ ٻين مذهبن لاءِ پڻ عزت وڌي. وڌيڪ لکي ٿو ”ان اڀياس مون ۾ آتم - کوج وڌائي ۽ مون ۾ اها عادت پئدا ڪئي تہ پڙهندي جيڪا ڳالهہ مون کي نيڪ لڳي تنهن تي عمل ڪرڻ لڳس.“ سڀني مذهبن جي ان اڀياس گانڌيءَ کي هڪ تعصبي ۽ تنگدل هندو نہ پر هڪ عملي دياوان شخص بڻايو، جنهن کي سڀني مذهبن جي اندرين سڪيا ۽ جذبات مان هڪ زبردست عقيدو ۽ اُتساهہ مليو، جنهن جي اُمنگ هيٺ بنا ڪنهن ذات پات جي ڀيد ڀاوءَ ساري المخلوقات جي خدمت ڪرڻ لڳو.

ان ۾ ڪوبہ عجب نہ آهي تہ هن هندو بئريسٽر، آفريڪا ۾ رهندڙ هندوستانين، جنهن ۾ گهڻو حصو مسلمانن جو هو، انهن جو وشواس ۽ عزت حاصل ڪئي. بادستوري انڊين نيشنل ڪانگريس ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ هن انڊِن نٽال ڪانگريس برپا ڪئي، جنهن لاءِ ڏکڻ آفريڪا ۾ رهندڙ هندوستاني مسلمان دوستن ۽ ساٿي ڪم ڪندڙن مان سرگرم مدد مليس. ان ۾ مکيہ حصو دادا عبدالله جو هو. ڏکڻ آفريڪا ۾ هندستانين جي ناگرڪ حقن لاءِ جن جدوجهد ڪئي تن مان وڏو حصو هندستاني مسلمان قوم جو هو. جيڪي بہ سرگرميون هن اتي هلايون سي هندوستانين جي حقن جي بچاءَ لاءِ هيون، جن ۾ هن ڪنهن بہ ذات پات جو ويچار، ڌرمي عقيدي، سماجڪ يا آرٿڪ درجي جو ويچار نہ ڪيو. نٽال ڪانگريس سندس رهنمائيءَ هيٺ غير فرقي پرست ۽ لوڪ

شاهي جماعت رهي جا ساڳئي جوش ۽ اتساهہ سان اقراري مزدورن ۽ واپارين جي حقن لاءِ لڙندي رهي. جڏهن گانڌيجي هندستان ڏانهن موٽيو تڏهن بنا موقعي وڃائڻ جي هن مسلمان اڳواڻ سان دوستاڻا ۽ ڀائپيءَ جا ناتا ڳنڍيا. اهي اڳواڻ ان وقت ترڪيءَ جي سوال تي اختياريءَ وارن سان سخت جڳهڙن ۾ اٽڪيا پيا هئا. ان عرصي ۾ هن علي ڀائرن، حڪيم اجمل خان، مولانا عبدالله باري، عبدالله مجيد خواجہ، شناب قريشي، ڊاڪٽر انصاري، مظفرالحق ۽ ٻين سان دوستي ڳنڍي. جيئن هو پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ لکي ٿو ”مان هميشه چڱن مسلمانن جي صحبت ڳوليندو هوس، سدائين اتاولو هوندو هوس ۽ پاڪ وطن جي عيوضين وسيلي پنهنجي من کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو هوس. تنهن ڪري انهن وٽ وڃڻ لاءِ ڪنهن بہ زوريار جي ضرورت نہ هئي. سندن گهري صحبت سبب هو جتي وٺي ويندا هئا، اتي مان ويندو هوس.“

جلد ئي ٻن ٽن سالن ۾ هن پاڻ کي دل و جان سان خلافت هلچل ۾ کٽي اڇلايو ۽ علي ڀائر ڪانگريس جا مضبوط ٿنيا بڻجي پيا. پوءِ تہ هو ٺيٺي پنهنجي گشت ۾ ڪڏهن بہ جدا نہ ٿيندا هئا ۽ ڪروڙين ديشواسي کين هندو مسلم اتحاد جا پتلا سڏڻ لڳا. سچ پچ اها هڪ اچرج جي ڳالهہ آهي تہ هن پاڻ کي مسلمانن جي جذبن ۽ امنگن سان اهڙو تہ ملائي ڇڏيو جو اهڙي قدرتي ۽ سياويڪ ڀائپيءَ جي لهر لڳي جو هندن کي مسجد ۾ گهرائي مسلمان ميڙن اڳيان تقريرون ڪرايون ويندیون هيون. پنهنجي جيونيءَ ۾ لکي ٿو تہ ”نڪتچيني ۽ رفيقن خلاف جي سوال تي منهنجي روش کي ننديو آهي. نڪتچينيءَ جي باوجود بہ مان محسوس ڪريان ٿو تہ مون لاءِ ڪوبہ سبب نہ آهي جو مان ان ڳالهہ تي نئون ويچار ڪريان يا پنهنجي سهڪار لاءِ ڏک ظاهر ڪريان. جيڪڏهن وري اهڙو موقعو آيو تہ پنهنجو ئي رخ اختيار ڪندس. ”وائسراءِ کي خط ۾ خلافت هلچل سان سهڪار جي باري ۾ هن پنهنجا سبب چڱيءَ طرح سمجهايا آهن. لکي ٿو ”مان چاهيان ٿو تہ (انگلينڊ جي) بادشاهہ جي وزيرن کان مسلم حڪومتن جي باري ۾ ڪا خاطري وٺي ڏيو. مون کي پڪ آهي تہ

اوهين اهو محسوس ڪندا تہ هر هڪ هندستاني مسلمان ان سوال ۾ تمام گهڻي دلچسپي رکي ٿو. مان هندو هوندي بہ انهن جي ڪاريہ کي نظر انداز نہ ٿو ڪري سگهان. انهن جا ڏکہ اسان جا ڏک آهن." اهو بہ ياد رهي تہ ان سوال تي هندو ۽ مسلمانن جي وچ ۾ سودي ڪرڻ کان بلڪل انڪار ڪيائين. چيائين. "جيڪڏهن خلافت جو سوال حقيقت ۽ انصاف جي بنياد تي ٻڌل آهي جو مان سمجهان ٿو تہ اُهي ۽ جيڪڏهن سرڪار سچ پچ وڏي بي انصافي ڪئي آهي تہ اهڙي حالت ۾ مسلمانن سان شامل راءِ ٿي خلافت جي خرابيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ هندو ساٿن ٻانهن ٻيلي ٿي بيهندا. هن سلسلي ۾ گانءِ جو سوال آڻڻ يا هن موقعي تي مسلمانن کي شرط ڏيڻ چڱو نہ ٿيندو. ساڳيءَ طرح هندن جي خلافت ۾ سهڪار هٿ ڪرڻ لاءِ اگر مسلمان 'گئو ڪوس، بند ڪري، قيمت ڏيندا تہ اهو بہ خراب لڳندو."

مولانا محمد عليءَ جي 1923 واري ڪوڪندا ڪانگريس اجلاس ۾ صدارت تقرير جا "الله اڪبر" سان شروع ٿي ۽ "مهاتما گانڌيءَ جي جئہ" سان ختم ٿي سا هميشه ياد رهندي. هن تقرير ۾ گانڌي جي، جو ان وقت جيل ۾ هو، ان جي عزت ۾ جا مولانا واڪاڻ ڪئي سا وسرڻ جي نہ آهي. هن چيو "اڄ اسان کي پنهنجي مکيہ اڳواڻ جي نهايت سخت ضرورت آهي. مهاتما گانڌيءَ جي نظربنديءَ لاءِ جو ماڻهو مکيہ جوابدار آهي، تنهن ائين ٿي سمجهيو تہ مهاتما گانڌيءَ کي 'جيئري دفن، ڪرڻ سان هو قوم ۾ اُمنگ ۽ اتساهہ جو گانڌي جي جاڳايو آهي تنهن کي ماري ڇڏيندو، پر مون کي پڪ آهي تہ اهو امنگ اهڙو ئي زنده رهندو جهڙو مهاتما گانڌي خود پاڻ آهي... دوستو توهان جي رهنمائي فقط اهوئي اڳواڻ ڪري سگهي ٿو، جنهن توهان جي امرتسر، ناگپور، ڪلڪتي ۽ احمد آباد ۾ ڪئي آهي، پوءِ چاهي ڪانگريس اجلاس ۾ چونڊيل صدر ڪير بہ هجي. اسان جو سپہ سدالار دشمن وٽ جنگي قيدي آهي. هن جي غير حاضريءَ سبب جو خال پيدا ٿيو آهي سو ڪوبہ نہ ٿو پري سگهي... سرڪاري جوابدارين لاءِ اسان کي ڪشٽ

جي وسيلي پاڻ ۾ پاڪيزگي آڻي اخلاقي بنياد بڌڻو آهي.... سوراج لاءِ خود ضابطو پهريون شرط آهي. اهوئي مهاتما جو اصول ۽ عقيدو رهيو آهي. جن کي خوش نصيبيءَ سان احمد آباد ڪانگريس اجلاس واري شاندار سال ڏسڻ جو موقعو مليو آهي، تن کي پتو هوندو ته عام ماڻهن جي ويچارن، جذبن ۽ خيالات ۾هن کهڙو نه زبردست انقلاب آڻي ڇڏيو."

ساڳيءَ تقرير ۾ مولانا محمد عليءَ ظاهر ڪيو "مهاتما گانڌي پڪو هندو هوندي به اسلام جي حق جي رکيا ۽ طرفداري ڪندي جيل ۾ ويو. هن جو قدم خلافت وقت ڪنيو سو بنا ڪنهن خود مطلبيءَ جي هو ۽ جنهن کي پر اپڪاري ۽ فراخدلي سڏيو ويو آهي." اهي بڪبڪيا جي گانڌيجيءَ جي گلا ڪري رهيا آهن، سي محمد عليءَ جي هن ساراهه کي پڙهي اهو سوال پڇن ته جڏهن هڪ پڪو هندو اسلام جي حقن لاءِ لڙندي جيل ۾ ويو تڏهن هو ڪيڏانهن ويا هئا ۽ ڇا ڪري رهيا هئا؟ ڪنهن به پڪي هندوءَ جي انسانيت اڳيان ڪڏهن به هندو ڌرم آڏو نه آيو آهي. ڌرم هن کي هڪ تعصبي عقيدي تائين محدود نه رکيو آهي؛ پر سيني مذهبن جي اوچ آدرشن ۽ بنيادي اصولن کي تسليم ڪرڻ سيکاريو آهي جو هن جي پرارٿنا مان چٽيءَ طرح ظاهر آهي. تنهن ڪري ان ۾ ڪوبه عجب نه آهي ته هن پڪي هندوءَ کي ڪيترا پڪا مسلمان دوست ۽ سياسي همراهه هئا ۽ آهن، جهڙوڪ علي ڀائر عباس ڀائي طعبجي، ڊاڪٽر انصاري، حڪيم اجمل خان، مولانا بري، مولانا آزاد وغيره. اها عجب جي ڳالهه آهي ته سچا ڌرمي ويچار وارا شخص هميشه گانڌيءَ جي ويجهو پيئي رهيا آهن. صرف اهي مسلمان جي نالي ۾ مسلمان آهن ۽ "اسلام خطري ۾" جا نعرا هڻي رهيا آهن، سي ئي پري ڀڄندا. اها به سياسي ڪيڏ بازي هئي ته مسلمانن کي گانڌي جيءَ ڪانگريس ۽ آزادي جي جُدوجهد کان ڌار ڪيو وڃي. قومي تعليمي، رٿ تيار ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر ذڪير حسين جهڙي برک مسلمان ۽ ماهر کي ئي گانڌي جيءَ پسند ڪيو. گذريل ويهن سالن ۾ ڪوبه مکيه فيصلو مرحوم ڊاڪٽر

انصاري ۽ مولانا ابوالڪلام آزاد جي صلاح ڪانسواءِ هن نہ ڪيو آهي گانڌيجي سدائين مسلمانن ۽ اسلام جو پڪو دوست رهيو آهي ۽ اڄ تائين آهي. جنهن شخص 1922 ۾ اسلام لاءِ جيل ڀوڳيو سو پڪ سمجهو تہ ڪڏهن بہ مسلمانن جي حقن ۽ فائدن کي دٻائڻ ڪين ڏيندو. ان ڪان بہ وڌيڪ تہ اسلام کي ڪڏاچت نہ ڏيندو، ڇاڪاڻ تہ هي ئي موجوده شخصيت آهي جنهن ذات، فرقي ۽ نسل جي ويڇن کي دفن ڪري پنهنجو ڌرم اعليٰ ڇهن اکرن ۾ سينگاري ڇڏيو آهي:

"سچ ايشور جي سچي صورت آهي!"



ڪيرت ٻاٻاڻي

# نئين شادي

هيٺ ڏنل تقرير گانڌيءَ، شاديءَ جي وقت هڪ نئين جوڙي جي اڳيان ڪئي هئي جنهن مان نوجوان نينگرن ۽ نينگرين کي ڪافي روشني ملندي.

”عام طرح چيو وڃي ٿو ته ضابطو ۽ سنجم غلط ويچار آهي ۽ آزاد محبت خواهه ڪام ترشنا قدرتي قانون انوسار آهي. هن کان وڌيڪ خطرناڪ پرم ٿي نٿو سگهي.“

ٿوهان کي بخوبي ڄاڻ هوندي ته مان ڪڏهن به رسمن ۾ اعتبار ڪين رکندو آهيان سواءِ ان جي ته اهي اسان ۾ فرض جو پاءُ ڄاڳائين. اها منهنجي روش تڏهن کان پئي رهي آهي جڏهن کان مون خود پاڻ تي ويچار ڪرڻ شروع ڪيو آهي. منتر جيڪي هت اُچاريا ويا آهن ۽ انجام جي هت ڪيا ويا آهن اهي سڀ سنسڪرت ۾ هئا پر اهي سيپئي ترجمو ڪري ٻڌايا ويا. سنسڪرت کي منهنجي ويچار ۾ وڏي طاقت آهي جنهن جي اثر هيٺ هرڪو اچڻ چاهيندو.

شادي جي رسم وقت گهوٽ هڪ خواهش ڏيکاري ته ڪنوار هڪ تندرست ۽ سهڻي پٽ جي ماءُ ٿئي. ان خواهش مون کي ڏڏڪو ڪونه ڏنو. ڇاڪاڻ ته ان جو مطلب اهو ڪين هو ته ٻار جي اتپتي ڪا لازمي آهي، پر جيڪڏهن اولاد جي چاهنا آهي ته ان لاءِ سخت ترمي قانون هيٺ شادي ڪرڻ نهايت ضروري آهي. جنهن کي سنتان جي گهرج نه آهي ان لاءِ شادي فرضي نه آهي. شادي ڪامي ترشنا پوري ڪرڻ لاءِ ڪين آهي. اهو ته ويچار آهي. تنهن ڪري اڄوڪي رسم جو مطلب آهي ته يوڳ جي فقط ان حالت ۾ اجازت آهي جڏهن ٻنهي کي ٻار

جي خواهش هجي. هيءَ سچو خيال پوتر آهي. تنهن ڪري اهو ڪاربہ پوترتائي سان بجاءِ اُلٽو آهي، ۽ نہ رواجي طرح محبتي ڇيڙڇاڙ ڪان پوءِ، جنهن ۾ ترشنا ۽ شهوت کي اُتاريو ٿو وڃي. جيڪڏهن وڌيڪ اولاد جي گهرج نہ آهي تہ اهڙو ميلاپ زندگيءَ ۾ فقط هڪ دفعو ٿيڻ گهرجي. جيڪي جسماني خواه اخلاقي طرح تندرست نہ آهن تن کي ميلاپ ڪرڻ جو حق ڪين آهي، پر جيڪڏهن اُهي ڪن ٿا تہ اهو ويچار آهي. جيڪڏهن توهان کي اهو سبق سيکاريو ويو آهي تہ شادي وحشائي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ آهي تہ اهو وساري ڇڏيو ڇاڪاڻ تہ اِهو هڪ وهم آهي. هيءَ سڄي رسم پوتر باهہ جي اڳيان ڪئي ٿي وڃي. هيءَ باهہ توهان جي سيني ڪامي واسنائن کي ڀسم ڪري ڇڏي شال! مان توهان کي هڪ ٻئي پرم ڪان آگاهہ ڪندس جو اڄڪلهہ جي ماڻهن ۾ موجود آهي. عام طور ائين سمجهيو ٿو وڃي تہ ضابطو ۽ سنجم غلط ويچار آهي ۽ آزاد محبت خواه ڪامي ترشنا قدرتي قانون انوسار آهي. هن ڪان وڌيڪ خطرناڪ پرم ٿي نٿو سگهي. توهان شايد هن آدرش کي پهچي نہ سگهو. ممڪن آهي تہ توهان ڪمزور هجو. پر ان جو مطلب اهو نہ آهي تہ اسين پنهنجي آدرش کي ڪيرائي ڇڏيون. ڌرم کي پنهنجو ڌرم نہ بنايو. پنهنجي لاچاريءَ جي وقت منهنجو هي ويچار ياد ڪجو. هن پاڪ موقعي جي يادگيري توهان کي محڪم ۽ مضبوط ڪندي. شاديءَ جو مقصد ئي آهي پاڻ تي ضابطو ۽ ڪاترشنا تي فتح. شادي ڪو سنسڪار نہ آهي، شاديءَ ۾ اولاد ڪان سواءِ ٻيا بہ مطلب آهن. شاديءَ جو ميلاپ ٻن ساٿين جي هڪ جهڙائي ۽ دوستي آهي. جيڪڏهن مڙس کي سوامي ٿو سڏيو وڃي تہ پوءِ زال سوامڻي آهي، ٻئي هڪ ٻئي جا مالڪ آهن، همدرد آهن، زندگيءَ جي فرضن ۽ ڪارين ۾ هڪ ٻئي جا سهاري آهن. ڇوڪرن کي مان صلاح ڏيندس تہ جيڪڏهن توهان کي قدرت وٽان بهتر دماغ ۽ اُمنگ مليا آهن تہ توهين ڇوڪرين ۾ بہ اهي ويچار ڦوڪيو. توهين انهن جا سچا سکيا ڏيندڙ ۽ رهنما بڻجو، ڪين مدد ڪريو ۽ انهن جي رهنمائي ڪريو، انهن جي رستي ۾ اٽڪ نہ بنجو ڪين غلط راه

تي نہ وٺي وڃو. توهان جي ويچار، واڻي ۽ ڪاريہ ۾ بلڪل سلوڪ هجي. هڪ ٻئي ڪان ڪابہ ڳالهہ لڪل يا ڳجهي نہ رکو. توهان جي آتما هڪ بنجي وڃي. پاڪنڊي نہ بڻجو. جيڪي توهان لاءِ ممڪن نہ آهي تنهن ۾ پنهنجون اجايون ڪوششون ڪري پنهنجي قيمتي تندرستيءَ کي ناس نہ ڪريو. سنجم ڪڏهين بہ تندرستيءَ کي برباد ڪونہ ڪري. پر ٻاهريون ضابطو ۽ واسنائن تي دٻاءُ صحت تي خراب اثر ڪرو وجهي. سچو ۽ خود ضابطي وارو شخص هر روز طاقت ۾ وڌندو رهي ٿو ۽ ڪيس وڏي ۾ وڏي دل جي شانتي حاصل ٿئي ٿي. خود ضابطي جو پهريون ڏاڪو آهي ويچارن تي ضابطو. هر ڪنهن کي پنهنجو وت سارو گهرجي ۽ ان مطابق ڪم ڪرڻ گهرجي. مون صحيح نقطي کان توهان جي اڳيان آدرش رکيو آهي. حد ڪوشش ڪري صحيح رستي کي حاصل ڪريو. مون توهان کي صاف ٻڌايو آهي تہ شادي هڪ سنسڪار آهي، نئون جنم آهي. جيڪي مون توهان کي چيو آهي ان ڪري ڊڄي نہ وڃجو ۽ نڪو ڪمزور ٿجو. هميشه ويچار، واڻي ۽ ڪاريہ جي پورن سلوڪت رکجو. پنهنجي ويچار کي پوتر رکڻ جي ڪوشش ڪجو تہ سڀ ڪجهہ پلو ٿيندو. ويچار کان ڪابہ وڏي طاقت ڪين آهي. ڪاريہ، واڻيءَ مان ٿو اٿي ۽ واڻي ويچار مان پيدا ٿي ٿئي. دنيا هڪ مها ويچار جو نتيجو آهي، جتي ويچار پوتر ۽ اعليٰ آهي، اتي نتيجو بہ پاڪ ۽ اوچو نڪرندو آهي. مان چاهيان ٿو تہ توهين اعليٰ آدرش جي هٿيار سان مضبوط ٿي وڃو ۽ توهان کي خاطري ٿو ڏياريان تہ ڪابہ ڪامنا توهان کي نہ ستائيندي ۽ ڪابہ اپوترتائي توهان کي نہ ڇهندي. جيڪي رسمون مون توهان جي اڳيان رکيون آهن تن کي ياد ڪريو. ماتو پارڪا جي تڇ رسم کي ڏسو. ”سڄي دنيا ماڪيءَ سان پرپور آهي سيڻي پنهنجو پنهنجو حصو ڪڻي تا تون بہ پنهنجو حصو ڪڻ.“ ان جو مطالب تہ تياڳ مان ئي اندر جو پورن آنند پرايت ٿو ٿئي. ڪن جو اهو سوال آهي تہ جيڪڏهن اولاد جي چاهنا نہ هجي تہ شادي نہ ڪجي؟ منهنجو انهن کي جواب آهي تہ، ها. مان پليتو طريقي جي شادي ۾ اعتبار ڪين ٿو رکان. ڪن حالتن ۾ شادي عورت

جي حفاظت لاءِ ڪئي ٿي وڃي ۽ نہ جسماني ميلاپ لاءِ. پر اهي مثال سچ پچ بلڪل ٿورا آهن. جيڪي مون شاديءَ جي بنسبت لکيو آهي، اهو چڱي طرح سمجهڻ گهرجي. جيڪي مان مهاڀارت ۾ پڙهان ٿو اهو منهنجي من تي مضبوط ٿيندو ٿو وڃي. اتي ڏيکاريو ويو آهي تہ وياس نيوگ ڪيو هو. هو هڪ سندر شڪل ڪري نہ چتو ويو آهي پر ان جي بنه ابتر هن جي صورت خوفائتي چٽي ويئي آهي، هن ڪي ڪي بہ عاشقن واريون نظرون نہ هيون. هو ميلاپ کان اڳ ۾ پنهنجو جسم گيهہ سان سٽيو ڪندو هو. هو هيءُ ڪاريہ ڪام جي خيال کان نہ پرسنتان جو ويچار کان ڪندو هو. ٻار جي لاءِ خواهش هڪ قدرتي سپاءُ آهي. هڪ دفعو چاهنا پوري ٿي تہ پوءِ ميلاپ جي ضرورت نہ آهي.

منو مهراج چيو آهي تہ ”پهريون ٻار ترماتما آهي جو فرضي ويچار کان ڄاول آهي ۽ ٻيو ڪاماجا يعني نفساني ارادي سان پيدا ٿئي ٿو.“ هيءَ ٿوري ۾ ميلاپ جو سبنڌ ڏئي ٿو. پرماتما ڇا آهي؟ هڪ قانون، پرماتما کي مڃڻ معنيٰ قانون جي پوئواري ڪرڻ. توهان کي ياد هوندو تہ توهان کي اهو منتر ٽي دفعا اچارڻو پيو تہ، ”ڪنهن بہ صورت ۾ آءُ قانون کي نہ ٽوڙيندس.“ جيڪڏهن اسان وٽ فقط ٿورائي مرد ۽ عورتون اهڙيون هجن جي قانون تي اٽل رهن تہ اسان مان هڪ ڄاڻن ۽ سچار ماڻهن جي قوم ٺهي پوي. ياد رکو تہ آءُ پنهنجي شاديءَ مان پورو پورو مزو تڏهن پرائڻ لڳس جڏهن مون ڪستورٻا نفساني نظر سان ڏسڻ بند ڪيو. جڏهن مان ڦوهہ جواني ۽ تندرستيءَ ۾ هوس تہ مون سنجم جو قسم کنيو. ٻالڪپڻي ۾ تہ مون بہ شاديءَ مان خوب مزو ورتو. اوچتو مون کي پتو پيو تہ مان ڪنهن پوتر ڪاريہ لاءِ ڄائو آهيان. جڏهن مون شادي ڪئي تڏهين مان غير واقف هوس. جڏهن مان غلفت کان ٻاهر نڪتس تہ مون محسوس ڪيو تہ منهنجي شادي ان اعليٰ ڪاريہ جنهن لاءِ آءُ ڄائو اهيان، ڪارگر نہ آهي. تنهن کان پوءِ مون ترم ڄاتو. پوري خوشي اسان کي تڏهين ئي ملي جڏهن اسين قسم ٽا ڪٽون. ڪستورٻا جيتوٽيڪ ضعيف ٿي لڳي تڏهن بہ هن جي صحت اهڙي آهي جو صبح کان رات

تائين ڪم ڪار تي ڪري. جيڪڏهن هوءَ اڳ منهنجي ڪام ترشنا لاءِ هجي ها تہ ڪڏهن بہ هيئن نہ ڪري سگهي ها. تڏهن بہ مان بلڪل دير سان غفلت مان سجاڳ ٿيس، ڇاڪاڻ تہ مان ڪيترا سال شادي شده رهيس. خوش قسمتي سان توهان کي پوري وقت خبر پئجي چڪي آهي. منهنجي شاديءَ وقت حالتون اهڙيون اٿايون هيون جهڙيون ٿي سگهن ٿيون، پر توهان لاءِ اهڙيون سٺايون آهن جهڙيون ٿي سگهن ٿيون. منهنجي اڳيان هڪ ڳالهہ هئي جنهن مون کي چڱي طرح پار پهچايو. اهو هو سچ جو هٿيار، جنهن مون کي بچايو ۽ سلامت رکيو، سچ منهنجي زندگيءَ جو بنياد آهي. اهنسا ۽ برهمچاريہ دير سان سچ مان پيدا ٿيا. ان ڪري جيڪي توهان ڪريو تہ ان ۾ پاڻ ڏانهن ۽ دنيا ڏانهن سچار هو. پنهنجا ويچار نہ لڪايو. جيڪڏهن انهن کي ظاهر ڪرڻ شرم جي ڳالهہ آهي تہ انهن تي ويچار ڪرڻ تہ وڌيڪ شرم جي ڳالهہ آهي!

••

# هندو مسلم اتحاد

هر هڪ پارتواسيءَ کي بخوبي ڄاڻ آهي ته هندو مسلم سمجهوتي کان سواءِ اسان جو ملڪ ڪوبه واڌارو ڪري ڪين سگهندو. انهيءَ ۾ ته ڪوبه شڪ ڪونه آهي ته ٻنهي کي مضبوط ڪرڻ واريون حالتون موجود ڪين آهن. اجا تائين ٻنهي پاسن کان شڪ شبه آهن. اڳواڻن اهو محسوس ڪيو آهي ته جيسين ٻنهي ڌريون سلوڪ ۽ گڏيل قوم جي ضرورت نه معلوم ڪنديون تيسين ملڪ جي ترقي ناممڪن آهي. جيتوڻيڪ هينئر وڏي بدل سدل ٿي ويئي آهي، تڏهين به ان جو اسان تي ٿورو اثر پيو آهي. عام مسلمان اجا آزاديءَ جي ايتري ضرورت محسوس نه ڪئي آهي. عام ميڙن ۾ مسلمان ايتري دلچسپي ڏيندا نٿا ڏسجن. پر اهو زوري سان ڪين ٿي سگهندو. قومي جاڳرتا کي ڪافي سمو اجا ڪين ٿيو آهي.

اهو ڪاريه نوجوانن کي هٿ ۾ ڪٽٺو آهي. هي ڪم سچ پچ هندن جو آهي. جتي مسلمان اجا همدرد نه ٿيا آهن اتي ڪين دعوت ڏيئي گهرايو وڃي. هندو مرڪزن مان سدائين اهي دانهون اينديون رهنديون آهن ته مسلمان ڪانگريس ۾ ٻهرو. نه ٿا وٺن ۽ سوراج جي لاءِ ڪابه مدد نٿا ڏين. سوال آهي ته انهن کي ڪڏهن دعوت ڏني وئي آهي؟

هندن کي هر هنڌ خاص ڪوشش وٺي مسلمان پاڙيسرين کي ڇڪڻ گهرجي. جيستائين اوچائي ۽ گهٽتائيءَ جو ڀاءُ آهي تيسين سچي ايڪتا نه ايندي. مسلمان ڀائرن کي تعليم جي گهٽتائي ۽ ٿورائي جو ڀاو دل ۾ نه رکڻ گهرجي. تعليم جي گهٽتائي وديا وٺڻ سان پوري ٿي سگهندي. ٿورائيءَ ۾ ته هميشه نصيب وارو هوندو آهي. عدد جي

گهٽائي هميشه رنڊڪ پئي ثابت ٿي آهي. آخر ۾ اخلاق ۾ ئي سموري شڪتي سمايل آهي!

ايڪتا ۾ طاقت آهي اهو هڪ ڪتابي نقطو نہ آهي پر زندگيءَ جو قاعدو آهي. هندو مسلم اتفاق ۾ اهو ڀاڪو چڱيءَ طرح ثابت ٿيندو. نفاق اسان کي هميشه ڪريل رکندو. ڪابہ ٽين طاقت اسان کي اوستائين سولائي سان غلام رکندي رهندي جيستائين هندو مسلمان هڪٻئي جا گلا ڪپيندا رهندا. هندو مسلمانن جي وچ ۾ اتفاق جي معنيٰ نہ فقط هندن ۽ مسلمانن ۾ اتحاد پر انهن سڀني جي وچ ۾، جيڪي هندستان کي پنهنجو ديش ٿا سمجهن پوءِ ڀلي تہ انهن جو مذهب يا ڌرم جدا جدا هجي. مان پوريءَ طرح سمجهان ٿو تہ اتفاق اجا ايتري حد تي ڪونہ پهتو آهي جو ڪابہ سٽ سهي سگهي. روزاني وڌنڌڙ بوٽي مثل آهي، جو اجا بلڪل نازڪ آهي ۽ خاص سنڀال ۽ پرورش جي گهرج اٿس. ايتري بہ ڄاڻ اٿم تہ اجا هڪ ٻئي جي وچ ۾ بلڪل گهٽو گهمان آهي. ڪيترن هندن کي مسلمان جي ايمانداريءَ ۾ شڪ آهي. انهن جو ويچار آهي تہ سوراج معنيٰ مسلمانن جو راڄ، ڇاڪاڻ تہ برطانيہ حڪومت جي غير حاضريءَ ۾ مسلمان، ٻاهرين مسلم طاقت کي دعوت ڏيئي گهرائيندا ۽ هندستان ۾ مسلم راڄ برپا ڪندا. ٻئي طرف وري مسلمان ائين ٿا سمجهن تہ هندو اڪثريت ۾ آهن ۽ اسان کي ڪائي ويندا. اها ٻنهي ڌرين جي روش سندن ڪمزوريءَ جو ثبوت ٿي ڏئي پر ٻنهيٰ جي صلح سان گڏجي رهڻ جي خواهش کين مجبور ڪندي تہ هڪ ٻئي ۾ ايمان رکن ۽ سهن شڪتي ڌارين. ٻنهي ڌرمن ۾ اهڙي ڪابہ ڳالهہ نہ آهي جا کين جدا رکي. زوري شڌي يا تبليغ جا ڏينهن گذري ويا. سچ تہ ائين آهي تہ اسان ڪڏهن بہ اها دلي ڪوشش نہ ڪئي آهي ۽ ساڳيءَ پاڪ مٽيءَ جا اولاد آهيون ان ڪري گڏجي رهون، هڪٻئي مان تفاوت مٽايون ۽ هڪ ٻئي سان دوستاڻي نموني رهون. انگريز لوڪ سڄا سارا لڳاتار ايڪيہ سال پاڻ ۾ لڙائي ڪئي ۽ پوءِ پاڻ ۾ گڏجي صلح ۾ رهڻ لڳا. فرينچ پاڻ ۾ وحشاڻي نموني وڙهيا جو آخر پاڻ ۾ گڏجي ويا. آمريڪا ۾ بہ ان ڪان

گهٽ ڪين ٿيو. جنهن ڪري جيڪڏهن اسان کي وڙهڻو پيو ته ان جو ڊپ نه ڪريون ۽ نامردانگي نه ڏيکاريون. آءُ ان ويچار کي، ته هندو مسلم قومون سدائين هڪبئي سان وڙهنديون رهيون آهن ۽ سندن اتفاق بلڪل عبث ڳالهه آهي، هڪ عظيم وهم ٿو سمجهان، ڇاڪاڻ ته تواريخ مون کي ٻڌائي ٿي ته مسلم راڄ ۾ به ٻئي قومون سلوڪت ۽ صلح ۾ رهيون. اهو به ياد رکڻ گهرجي ته مسلمانن جي هندستان ۾ اچڻ کان به اڳ ۾ ڪيترن هندن اسلام کي پنهنجو ڪيو هو. منهنجو اعتقاد آهي ته مسلم راڄ هندستان ۾ ٿئي ها يا نه ته به هندستان ۾ مسلمان ضرور رهن ها، جيئن انگريزي راڄ نه هوندي به ڪرستان ضرور هجن ها.

منهنجو اهو ايمان آهي ته انگريزن جي "وڙاهڻ ۽ راڄ" ڪرڻ واري نيتيءَ تي اسان جا تفاوت وڌيا آهن، ۽ اهو اوستائين جاري رهندو جيسين اسين محسوس ڪريون ته اسان کي ان نيتيءَ هوندي به اتحاد ڪرڻ گهرجي. هاٿي جيسين اسين طاقت ۽ خود غرضيءَ کان پاسو نه ڪنداسين تيسين اڻين ٿيندو رهندو. تفاوت ته اسان جا هميشه رهندا، پر اسانکي اهي پاڻ ۾ ويهي ياڻپيءَ جي نموني سميٽڻ گهرجن. پر ڌارين جي اڳيان اسان کي متحد آواز ۽ جهاد ڪڙو ڪرڻ گهرجي جيئن دنيا کي ڏيکاريون ته سوراج جي لاءِ اسين بلڪل حقدار آهيون.

مون کي پڪ آهي ته هيءَ سڀ ڌارين جي ڪيڏ بازي آهي. اسان جي اڳيان ماني موجود آهي ڪوبه ڌاريو اسان کي رڳو گهٽي ۽ ٿوري حصي جي لالچ ڏيئي ويڙهائي رهيا آهن. جڏهن سچي طاقت اسان جي همت ۾ آئي ته هيءُ شڪ ۽ تفاوت، جي ڪمزوريءَ جي نشاني آهي، سي دور ٿي ويندا. جڏهن سوراج برپا ٿيندو تڏهن نه فقط هندو ۽ مسلمان پر هرڪا هندستاني قوم پنهنجو پورو پورو حصو حاصل ڪندي ۽ واجب پارٽ ادا ڪندي.

مان ڪڏهن به مسلمانن جو دشمن ڪين ٿيو آهيان ۽ ڪڏهين به مون اهڙي ڳالهه ڪين ڪئي آهي جنهن مان مسلم قوم کي ڪو ڇيهو پهتو هجي. هيڪاري مان مسلمان ۽ اسلام جو دوست پئي رهيو آهيان

جنهن جو جيئرو جاڳندو مثال خلافت جي هلچل آهي، جنهن ۾ هندستان پنهنجي تن من ۽ ڌن سان مسلمانن ڀائرن جي مدد ڪئي ۽ اسلام جي حق ۾ وڙهڻ لاءِ مسلم ڀائرن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيٺا.

منهنجو قرب مسلمانن لاءِ ايترو ئي آهي جيترو هندن لاءِ منهنجو هڏڪُو ڪندو آهي. جيڪڏهن مان پنهنجي دل کولي سگهان ته جيڪر ڏيکاريان ته ان ۾ ٻه حصا ڪونه ٿيل آهن ته هڪڙو مسلمانن لاءِ ٻيو هندن لاءِ.

مون پنهنجي ساري زندگي اڇوت اڌار کي اربي آهي. منهنجي آتما جي خواهش فقط اها نه آهي ته مان هندن جي ڀراتري وڌايان پر سڀني هندن مسلمانن، پارسين ۽ ڪرستان جي ڀائپي حاصل ڪريان.

جيڪڏهن ڪير منهنجي دل کي کولي ڏسي ته ڪيس منهنجي دل ۾ چوويهه ڪلاڪ هندو مسلم اتحاد جي ڌوٽي دکي رهي آهي ان جي خبر پئجي سگهندي. مان جاڳندو رهان يا ننڊ ۾ هجان پرمنٽ منٽ ۾ هندو مسلم اتفاق ۾ پوتر شبد اُچاريندو رهان ٿو، ڇاڪاڻ ته مون کي خبر آهي ته هندو مسلم اتحاد کان سواءِ سوراج اسان جي ويجهو نه ايندو. منهنجي اندر وارو مون کي چوي ٿو جنهن ۾ مون کي ذرو به شڪ نه آهي ته اڄ جيڪي اسان کي ناممڪن نظر اچي ٿو سو اوس ڪنهن ڏينهن آسان ٿيندو ۽ فقط ان ڏينهن لاءِ آءٌ پرارٿنا ٿو ڪريان، محنت ٿو ڪريان ۽ زنده ٿو رهان.

اڄ حالتون ڦرنديون رهن ٿيون. فضا بدلجي ويئي آهي ۽ وايو منڊل ۾ تڪڙي ڇرپر آهي. پاڪستان يعني هندوستان جي ورهاڱي جو نعرو بلند ٿيو آهي. ڪي مسلمان پاڻ کي جدا قوم ٿا سمجهن. جدا قوم جو سبب جدا مذهب ڏنو ٿو وڃي. مان ته چوان ٿو ته ڌرم ۽ مذهب جدائي ڪين ٿو سيکاري. ويجهڙائي ۽ ميلاپ جو پيغام ٿو ڏئي. پر اڄ ڏک اٿم جو اهو جهيڙي ۽ جدائي جو باعث بڻيو آهي. مون کي يقين آهي ته نيڪ ۽ سچا مسلمان سچ پچ ورهاڱو نٿا چاهين، سندن نيڪ نيت ڪين اهڙي ڪم ڪرڻ کان روڪيندي. خود سندن فائدو ڪين اهڙي ڪم ڪرڻ

کان باز آئيندو جو ورهاڱو نہ فقط هندستان لاءِ بلڪل نقصانڪار آهي پر خود پاڪستان جي لاءِ فائديمند ڪين آهي. مان تہ سمجهان ٿو تہ سندن مذهب کين اهڙي نقصان کان بچائيندو. مذهب ۽ خدا ماڻهوءَ کي ماڻهوءَ کان ۽ فرقي کي فرقي کان جدا ڪري ٿو؟ اسلام رڳو مسلمانن جي برابري جو حامي آهي؟ پيغمبر اسلام مسلمانن کي غير مسلمانن سان جدائي جو پيغام ڏنو؟ تہ پوءِ اڄ جيڪي اهڙو ويچار ۽ پرچار ڪري رهيا آهن سي اسلام ۽ خدا جي خدمت ڪين ڪري رهيا آهن. هينئر اسين شڪ ۽ فرقيپرستي جي انڌ ۾ چڱائي جي پرواهہ نٿا ڪريون. پر مون کي پڪ آهي تہ جيڪڏهن اسين ٿڌي سيني نيڪ نيتي ۽ سياڻپ جي نظر سان ڏسنداسين تہ جدائي، نفاق ۽ ٻن قومن جي اجائي خيال کي ڇڏي ڏينداسين. جدائي لاءِ گهر منهنجي دل کي ياري چوٽ رسائي آهي ۽ منهنجي سالن جي ڪوشش ۽ جفاڪشيءَ کي مٽي ۾ ملائي رهي آهي. ”تورائي جي دپ“ جو سبب ڏيئي جيڪا ورهاڱي لاءِ گهر ڪئي ٿي وڃي اها صحيح ڳالهہ نہ آهي ڇاڪاڻ تہ مان سمجهي نٿو سگهان تہ ڏهہ ڪروڙ آدم ڪئين ٿو تورائي جو دپ ڪري سگهي. اهو هڪ غلط دپ آهي جنهن کي ڪوبہ بنياد ڪين آهي. باقي جيڪڏهن مسلمان پاڻ کي هڪ جدا قوم ٿا سمجهن ۽ هندن سان ڪنهن بہ قسم جو ناتو ۽ سنبنڌ ڪين اٿن تہ پوءِ ڪابہ دنيا جي طاقت ڪين زوريءَ گڏ نہ رکي سگهندي ۽ جيڪڏهن ڪنهن وقت بہ ايمانداريءَ سان چاهيندا تہ جدا رهي سگهندا.

پر مون کي وشواس آهي تہ جڏهن غلامي جون زنجيرون ٽٽي پونديون تہ سڀئي قومون هڪ ٻئجي ونديون ڇاڪاڻ تہ هيءُ ويچو هترادو پيدا ڪيل آهي. مون کي چيو ٿو وڃي تہ پاڪستان ڏي تہ سڀ تفاوت دور ٿي وڃن. مان چوان ٿو تہ پاڪستان هڪ تہ منهنجي ڪيسي ۾ ڪونہ پيو آهي جو مان ڏيئي ڇڏيان ٻيو تہ مان پاڪستان جي گهرجي سچائي ۽ ايمانداريءَ کي نہ سمجهي سگهيو آهيان نہ تہ جيڪر مان مسلم ليگ سان ڪلهوڪلهي ۾ ملائي پاڪستان لاءِ جهاد ڪريان ها، اڄ بہ

مون کي ڪير پاڪستان بابت سمجهائي ڏئي ته مان پنهنجي اکر تي [illegible]
آهيان. مان چوان ٿو ته پاڪستان ۽ هندستان ٻه چيزون ته ته اهن. اڄ
هندستان نه آهي هندستان ۽ نه پاڪستان پر حقيقت ۾ انگلستان، پهرين
سڀ هندستاني گڏجي اچو ته سچو هندستان بنايون پوءِ وٽيو ته هندستان
بنائجوس يا پاڪستان ڪري ناهجوس!



# هريجن منهنجا پائر آهن

اهو هڪ واهيات ويچار آهي تہ هريجن اڻ لائق ۽ بي عقل آهن ۽ ڪين ڪوبہ ڌرمي جذبو ڪين آهي. مان سمجهان ٿو تہ هو هر حد تائين نموني نازڪ ۽ دل جا هلڪا آهن. جيڪڏهن ڏاڍائي، کهرائي ۽ سختيءَ سان انهن جي پيش اچبو تہ نتيجو سٺو ڪين ملندو. منهنجي لاءِ تہ هو بلڪل شريف ۽ ڀلا ماڻهو آهن، هو مون جهڙا آهن، منهنجن پائرن، ڀينرن ۽ دوستن کان ڪنهن بہ نموني گهٽ پيارا نہ آهن. برابر هو مظلوم ۽ جاهل آهن؛ پر ساڳئي وقت سياڻا ۽ روحاني جاڻ رکندڙ، دياوان ۽ مهربان آهن. اخلاق ۾ عام ماڻهو کان وڌيڪ ٺي آهن؛ ڪنهن بہ صورت ۾ گهٽ نہ آهن. مون کي ڪنهن بہ شخص کان هو وڌيڪ پيارا ۽ گهڻگهرا آهن.

مان تہ سمجهي نہ سگهيو آهيان تہ توهين سندن وچ ۾ رهندي بہ انهن ڏانهن ڇو اهڙا لاپرواهہ ۽ الغرض رهيا آهيون. ان جي سمجهاڻي فقط اها ٿي سگهي ٿي تہ يا توهان انهن کي سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪئي آهي يا تہ اوهين پنهنجي سچائيءَ ۽ ايمانداري ۾ پنتي پيا آهيو. پوئين ڳالهہ تہ ويچار کان ٻاهر آهي. باقي پهريون سبب صحيح ٿي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ تہ زندگي ۾ اهڙا گهڻا ئي مثال ٿيا آهن، جڏهن اسين پنهنجي ويجهن عزيزن ۽ صحبت ۾ رهندڙن کي بہ پورو سمجهي نہ سگهندا آهيون. هريجن کي پڻ خود بچائڻ جو مضبوط خيال آهي جو اهڙو اوکو آهي جنهن کي هٽائڻ آسان ڳالهہ نہ آهي. هو ڪنهن بہ ٻاهرئين شخص کي جلد پنهنجو ڪين سمجهندا ۽ پاڻ کي ماضيءَ جي پردي ۾ هميشه محفوظ رکڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪندا. ها باقي جي تون مهاتما هجين يا سري رام جو پيغمبر هجين تہ پوءِ شايد توکي قبول ڪن. برابر تون انهن جي اُڌار لاءِ

وچين، پر بيو ڪير تنهنجو اڌار ڪري اها انساني سياءَ جي خلاف آهي. تون اهڙي ڳالهہ ساراهين. اها تہ پري رهي پر برداشت بہ نہ ڪري سگهندين. ٿي سگهي ٿو تہ توکي اچا اوچ ذات جي هوا دماغ ۾ هجي يا تو ۾ اهائي شهري درشتي هجي. ڪيئن بہ هجي توهين انهن کي اهڙي نموني نٿا ڏسو جيئن مان انهن کي پرکي سگهيو آهيان. مان قبول ٿو ڪريان تہ مون کي ڪي سهولتون مليون آهن. مان پاڻ هڪ ڳوٺاڻو آهيان تنهن ڪري مان انهن جي جيوت ۾ گهڙي سگهيو آهيان. سندن بيماريءَ جي وقت مان سندن سنياليندڙ جي روپ ۾ انهن وٽ ويو آهيان۽ بهتر تندرستيءَ لاءِ سکيا ڏني اٿم. مان خود ڪيترن هندن جي نظر ۾ هڪ 'اڇوت، آهيان، چاڪاڻ تہ ڳوٺن جو گشت ڪندي مون ڪيترا دفعا انهن کڏن ۽ حوضن جو پاڻي ڪم آندو هوندو جن ۾ گايون مينهون اچي ويهنديون هيون. تنهن ڪري مان نہ تاريو هوس نہ وري ملاقي؛ پر سندن عزيز هوس. ان ڪري قدرتا اسان کي هڪ ٻئي لاءِ قرب ۽ عزت وڌي ۽ اسان جو هڪ ٻئي ۾ ايمان ۽ اعتبار اچي ويو. روحاني تار وسيلي مان انهن سان ڳنڍجي ويس ۽ انهن سان هڪ جهڙو ٿي رهيس. مون جيترو انهن کي ڏنو تنهن کان وڌيڪ مون انهن مان پرايو. مان اهو چئي سگهان ٿو تہ گهري روحاني ڄاڻ ۽ آتم گيان مون جيڪڏهن ڪٿي ڏٺو آهي تہ اهو پنتي پيل هندن ۾ آهي. ان جو مطلب اهو ڪين آهي تہ تعليم يافتہ ماڻهن سان انهن جي ڀيٽ ٿو ڪريان؛ پر جاهل ڳوٺاڻن جي طبقي سان مشابهت ٿو ڪريان. اگر مان انهن کي ڏڪار جي نظر سان ڏسان ها ۽ انهن کي ڪرستان بنائڻ لاءِ ڦرندو رهان ها تہ مان ڪڏهن بہ ڏسي ڪين سگهان ها. هڪ شخص جو ڪرستاني پنٿ مان بخوبي واقف هو ان کان ڪنهن موقعي تہ پڇيم تہ هو ان مذهب جي فائدي ۽ نقصان ۾ چا ٿو چوڻ چاهي، ايترو تہ چستائي ۽ ڪليءَ دل سان جواب ڏنائين جڻ مون اهو پڇيو هومانس تہ ڊگي کي ڪڙ ڪاراتجي يا جوئر! پڪ سمجهو تہ هو اقتصادي مسئلن تي بہ بحث ڪندا آهن ۽ هو ڳالهيون سمجهي سگهن ٿا، پر آتمڪ ٻل انهن کي ايترو تہ شڪتيوان جهلي بيٺو آهي جو اڌ رات جو ڳهي وري

صبح جو سويل اٿي وجي ٿا ڪرت ڪار ڪي لڳن. منجهند جو ڪم ڪندي به بلڪل خوش نظر اچن ٿا چاڪاڻ ته سندن اهو وشواسَ آهي ته ايشور اسان کي پيار ڪري ٿو تنهن ڪري آرام ڪرڻ جي ضرورت نه آهي. جيڪڏهن تون اهو عقيدو رکندين ته انهن جي دل هٿ ڪري سگهندين ۽ نه ٻيءَ حالت ۾ سچ پچ جيڪڏهن تون انهن جون آتمڪ گهرجون پوريون ڪري سگهندين ته هو تنهن جي پٺ ڪين ڇڏيندا. پر آءٌ اهو محسوس ٿو ڪريان ته مان اڪيلو يا ٻيو ڪير منهنجي پاڙيسري هريجن ڀائرن جون اهي گهرجون پوريون ڪري نه سگهندو.

روحاني طلبون نڪو دماغ جي وسيلي ۽ نڪو پيٽ جي وسيلي ڏيئي سگهبيون. جهڙي طرح پيٽ جي گهرج آتما جي رستي پوري ڪري نه سگهبي. ڪرست چيو آهي ته "جسم کي اهو ڏي جنهنجي گهرج اٿس ۽ آتما کي اهو ڏي جنهن جي طلب اٿس" تنهن ڪري اهي گهرجون مان پنهنجي پر واري جون تڏهن پوريون ڪندس جڏهن مان ڪيس پوتر ۽ آتمڪ جيوت رهي ڏيکاريان ۽ نه هن کي ڪلاڪن جا ڪلاڪ اجايو وعظ ڏيندو رهان. منهنجي عملي زندگي منهنجي پاڙيسري تي گهرو اثر وجهندي ۽ هو مون کي عزت ڏيندو ۽ مون لاءِ هن ۾ قرب پيدا ٿيندو. پوءِ مون کي ذرو به شڪ نه آهي. ته هريجن کو هندو ڌرم کي ڇڏي ويندا. جيڪڏهن هو ائين ڪن ته هندو ڌرم محفوظ آهي ۽ هريجن به سلامت آهن. جيڪڏهن هو ائين نه ڪندا ته هندو ڌرم ۽ هريجن ناس ٿي ويندا. جيڪي اوچ ذات وارا هندو اُن گهرج مطابق ائين نه ڪندا ۽ فقط لکين روپيا هريجن جي لاءِ امداد ڏيندا ته ان مان به ڪين ورڻو آهي. هريجن سان هڪجهڙائي ۽ ڀائپي وارو ورتاءُ ڪرڻو آهي باقي مالي مدد ڪنهن به ڪم جي نه ٿيندي.

هريجن کي آتمڪ خوشي جي ضرورت آهي. ان جو مطلب اهو نه آهي ته تو ۽ مون وانگر ڪو هو ڪرستاني مت جو راز دماغي نموني سمجهي سگهندا. مان انهن جي پنهنجي زال سان ڀيٽ ڪندس. مون کي خبر آهي ته روحاني علم جي هن کي ايتري گهرج آهي جيتري مون کي،

پر مان جنهن نموني ڪرستاني پنٿ ڪي عقلي طور سمجهي سگهندس اوترو ان لاءِ ممڪن ڪين آهي. سبب بلڪل ظاهر پيو آهي اسين ٻالڪپڻ ۾ گڏ ٿياسين. مان شادي بعد به پڙهندو رهيس. هوءَ ته شادي کان اڳ به اسڪول ۾ داخل ڪين ٿي هئي. مون به ڪيس تعليمي سکيا ڪونه ڏني. ڪنهن به عقيدي کي قبرائڻ لاءِ به مکيه سبب آهن هڪ دماغي قبوليت پيو پيٽ جو مسئلو. مٿين حالت ۾ ٻهرين ڳالهه ممڪن آهي. تنهن ڪري هزارين هريجن جي بنا سمجهڻ جي ڪنهن به لالچ تي عقيدو بدلائي رهيا آهن سو هڪ غلط طريقو آهي ۽ اهو ڌرمي قدم ڪين آهي. هو ڪنهن سهوليت تي ڦري رهيا آهن. مان هريجن کي بلڪل چڱي طرح ڄاڻان ٿو ۽ بلڪل گهڻو پيارڪريان ٿو تنهن ڪري مان سمجهڻ ۾ ڪڏهن به ڀل ڪين ڪندس. منهنجو آزمودو ۽ تجربو هڪ يا ٻن ڏينهن جو يا سال ٻن جو نه پر گهڻن سالن جو آهي. منهنجي آزمودي جو بنياد وڏي ڇڪاس ۽ جاچ تي ٻڌل آهي ۽ اهو ائين نه ته مان اوچو ماٿهو ٿي ڪيو آهي پر انهن سان سمائجي هڪ ٿي ڪيو آهي هو منهنجي جان ۽ جگر آهن. ساڳي هوا کڻن ٿا ساڳي جيوت رهن ٿا. ساڳيو ايمان ۽ عقيدو اٿن، ساڳيا امنگ ۽ جذبا اٿن تنهن ڪري زنده رهان يا مري وڃان مان انهن سان هڪ آهيان.

••

# اعليٰ انسان!

## (لوئي فشر)

سيواگرام ۾ هڪ هفتو رهي مهاتما کان موڪلائي رواني ٿي وڃڻ بعد، هن مون کي پريزيڊنٽ روزويلٽ لاءِ هڪ خط ڏياري موڪليو. ان سان گڏ مون ڏانهن پڻ به اکر لکي موڪليائين ته "جيڪڏهن توکي هيءَ خط نه وڻي ته ڦاڙي ڦٽو ڪري ڇڏج. يا اهو پڙهي دل ۾ ٻيا ڪي سوال پيدا ٿين ته کولي لکج." گانڌيءَ ۾ ٿانءَ ڦونڊ ڪونه ڏسڻ ۾ ايندي.

پنهنجي غلطي ٻاسڻ کان گانڌي ڪڏهن به ڪونه هٻڪندو آهي، اٽلو پنهنجي ڀل عام طور ظاهر ڪرڻ ۾ هن کي مزو ايندو آهي.

مئي 1942 ۾ سرسٽئفورڊ ڪرپس جي ناڪاميابيءَ بعد هن اها طلب ڪئي ته:

"انگريزن کي هندستان مان نڪري وڃڻ کپي". هن چيو هو ته جيڪڏهن هو پنهنجون فوجون نه ڪڍي ويندا ته مان ستياگره هلچل چالو ڪندس. جون مهيني ۾ ان گهر ۾ ڪجهه نرمائي آندائين. پنهنجي هفتيوار مخزن "هريجن" ۾ هڪ ليک نرمي قبوليت ڏنائين ته:

"منهنجي پهرئين ليک ۾ ڪجهه خال رهجي ويو آهي. منهنجي ملاقاتين مان هڪ اهڙ ڳالهه منهنجي ذهن تي آندي ۽ مون ضروري درستي ڪري ڇڏي. اهنسا تي عمل ڪرڻ لاءِ سخت سچائيءَ سان هلڻو پوي ٿو. پوءِ اُن لاءِ ڪيڏي به قيمت ڇو نه ڏيڻي پوي. ان ڪري اگر منهنجي هن طرح جي قبوليت کي اوهين ڪمزوري ڪري ٿا سمجهو. ته اها عام کي برداشت ڪرڻي پوندي. مان اتحادين کي ڪڏهن به اهڙو قدم کڻڻ لاءِ

ڪونہ چوندس جنهن مان ڪين شڪست نصيب ٿئي.... اتحادي فوجن جي ٽڪڙي ۽ اوچتو نڪري وڃڻ ڪري شايد هندوستان تي جپان قبضو ڪري وڃي جنهن ڪري چين کي ضرور آنچ مسيٽي پوندي. اهڙي مصيبت پيدا ڪرڻ جو مون کي ڪڏهن خواب خيال بہ ڪونہ آيو آهي. ان ڪري چاهي هو منهنجي رٿن کي قبول ڪري هندوستان کي آزاد ڪن تہ بہ جپان کي روڪڻ لاءِ اگر هو ضروري سمجهن تہ بيشڪ پنهنجون فوجون هتي رکن."

عام طور ڪوبہ سياستدان جڏهن ڪو عهدو هٿ ڪرڻ يا پنهنجي نيتي بحال ڪرائڻ چاهيندو آهي تڏهن اوهان کي صلح، ترقيءَ گهٽيل ڏلن، وڏن نفعن وغيره جا وٽنڊڙ انب ڏيکاريندو. ائين ڪٿي چئجي تہ اگر اوهين سندس طرفداري ڪرڻ قبوليندا تہ اوهان کي چنڊ تارن پيدا ڪرڻ جا انجام بہ ڏيندو هندوستان جي آزادي تي گانڌيءَ جو جيون مقصد آهي. ان لاءِ ڪيس برطانيا ۽ ساري دنيا کي خاطري ڏيارڻي پوندي تہ اگر سندس اها تمنا پوري ٿئي تہ پوءِ هندوستان ۾ سڀ ڪجھ ماٺ ۾ پيو هلندو. ان جي بدران هو وري چوي ٿو:-

"سڌ ئي نٿي پوي تہ برطانيہ جي نڪري وڃڻ بعد ڪو هتي امن امان رهندو. ممڪن آهي ڪو گوڙ فساد ٿئي، مان اڳيئي چئي چڪو آهيان تہ "هندوستان کي مالڪ جي آسري ڇڏي برطانيہ کي نڪري وڃڻ کپي! توهان کي شايد اهڙا ويچار نہ بہ وڻن، ان کي راجڪتا (Anarchy) ڪري سڏيو. ان کان بدتر تہ ڪا حالت ڪونہ ٿيندي نہ؟ پر هرويرو ضروري نہ آهي تہ آراجڪتا پيدا ٿي ويندي. ان کي روڪڻ جي هرڪا ڪوشش ڪنداسين."

اهڙن بيانن جي آڌار تي سندس نڪتچين چوندا آهن:-

"گانڌي سمجهي وينو آهي تہ برطانيہ جي نڪري وڃڻ بعد گوڙ ۽ فساد ٿي پوندا."

گانڌيءَ جو چوڻ آهي تہ برطانيا جڏهن سموريون واڳون

هندوستانين جي هٿ ۾ ڏيندو ته سارو هندوستاني لشڪر چڙو چڙڪيو ويندو. پر صرف هڪ پل اڳي هن چيو هو ته:-

”اگر ڪوبه هندستاني شخصي طور وچي لشڪر ۾ ڀرتي ٿئي يا پئسي جي يا ٻي ڪابه مدد ڏيندو ته ان تي ڪابه بندش ڪونه پوندي.“
ٻئي دفي 6 آگسٽ 1942 تي هريجن اخبار ۾ لکيائين ته:-

”هندوستان جي ڪروڙها آدم مان ڪيترا نه ٻي انداز سپاهي تيار ڪري سگهجن ٿا؟ دنيا ۾ وڙهندڙ ٻين سپاهين جهڙي ڦو ماهريت ۽ قابليت ڪونه ڏيکاري سگهندا ڇا؟“

اهو ڇا ٿو ثابت ٿئي؟ گانڌي پنهنجي لفظن ڪي رد ڪد ڏيئي رهيو آهي ڇا؟ هرگز نه. هندوستاني لشڪر ۾ اهي شخص ڀرتي ٿيل آهن جي پيٽ بکيا هئا ۽ سمجهاٿون ته اتي پيٽ ڀري روٽي ٽڪر کائيندا يا جيڪي زوريءَ ڀرتي ڪيا ويا هئا. اهڙي لشڪر تي هن چڙو چڙ ڪرڻ تي چاهيو. ان بعد هندوستان پنهنجي قومي فوج ناهي سگهي ٿو. پر هن مان ظاهر ثابتي ملي ٿي ته ڪيئن نه سندس جملن ڪي مروٽي الٽي نموني ڪم آڻي سگهجي ٿو.

گانڌيءَ سان اونهي عقلي ميلاپ مان اها هڪ خاص راحت ملي ٿي جو هو ملاقاتيءَ ڪي پنهنجي دل ۾ ليئو پائي ڏسڻ جو موقعو ڏئي ٿو ته جيئن هو اندر هلندڙ سموري ڪل (مشين) ڏسي سگهي. گهڻا ماڻهو ڳالهائيندا آهن ته پاڻ ڪي ٻين جي نڪتچيني ڪان بچائڻ لاءِ ڳيتون ڪائي ڳالهائيندا آهن. گانڌيءَ سان ائين نه آهي. ڪيس جيڪي خيال ايندا آهن انهن جو يڪدم اظهار ڪندو آهي. جڻ ته ليکڪ پنهنجي ڪهاڻي جو اول ڀهريون، پوءِ ٻيو ۽ آخر ٽيون مسؤدو ڇپائي ظاهر ٿو ڪري. پڙهندڙ پلي شڪايت ڪن ته پردو مٽايو ويو آهي يا مکيه اداڪار جو پارٽ بدلايو ويو آهي. پر گانڌيءَ ڪي اهڙين شڪايتن جي پرواهه ڪونهي ٿوري ۾ ٿي ڇٽي ڏيندو:-

”ها مون برابر پنهنجو زاويو ڦيرايو آهي.“ سچ پچ ته هو ڪٿا به ڳالهه ويچاريندو به بلڪل ڪلٽي نموني آهي ۽ سندس هر ڪا ڳالهه داخل

ڪري سگهجي ٿي. اها روش گهٽن ڪي منجهايو ڇڏي. ڪي چوندا تہ هو پنهنجون ڳالهيون پيو قيرائي. ٻيا وري تهمت هڻندا تہ هيءُ ڊونگباز آهي. پر گانڌي بلڪل لاپرواهہ آهي. ممڪن آهي تہ ٻڌو هئڻ ڪري ڪيس ان ڳالهہ جي پرواهہ نہ بہ هجي تہ ٻين تي هن جو ڪهڙو اثر ٿي رهيو آهي. هندوستان ۾ جن انگريزن يا هندوستاني شخصيتن سان مان مليس، تن مان ڪيترن ائين ئي چيو تہ اسان بابت ڪجهہ بہ نہ لکج. گانڌيءَ کي ان ڳالهہ جو خيال بہ ڪونہ هو تہ مان هن بابت ڇا وڃي لکندس يا ڪيئن بيان ڏيندس. هن مون "ڏانهن"(At) ڪونہ ٿي ڳالهايو. هو تہ مون "سان" (With) ڳالهائي رهيو هو. مسلم ليگ پريزيڊنٽ مسٽر محمد علي جناح سان بہ مون ڪيترا ڪلاڪ گڏ گذاريا هو هڪ قابل قانون ساز، ماهر دليل باز ۽ هوشيار سياستدان آهي. پر تہ بہ هو مون "ڏانهن" (At) ڳالهائي رهيو هو. مون ڪانئس ڪو سوال ٿي پڇيو تہ ڏنم ڄڻ اهو فوني جي رڪارڊ کي هلايم. مون ان جون سڀ ڳالهيون اڳيئي ٻڌيون هيون يا تہ ڪتاب جيڪي هن (مسٽر جناح) ڏنا تن مان پڙهي سگهان ها. پر گانڌي کان ڪوبہ سوال پڇڻ تي ائين ئي ٿي ڀانيم تہ ڪا اصلي ۽ نئين ترتيب شروع ٿي هئي. مان سندس دل ڏسي ۽ ان کي ٻڌي سگهيس ٿي. مسٽر جناح سان، مان ڏسي رهيو هوس، تہ صرف سنئي رڪارڊ کي رهڙي رهي هئي. مسٽر جناح مون کي صرف پنهنجا ڪديل انومان ٻڌائي رهيو هو. پر گانڌي جيئن ڪنهن بہ ڳالهہ جي نتيجي ڏانهن هلندو ٿي رهيو تہ مان ازخود ڪيس سمجهي رهيو هوس. مسٽر جناح کان هو (گانڌي) وڌيڪ اُتساهڪ آهي. گانڌيءَ سان نيڪ طريقي ڳالهائيندو هل تہ نئين ويچار ساگر ۾ وڃي پوندين. هن سان هڪڙي ملاقات ڪرڻ آهي ڪوجنا جي راهہ تي پنڌ ڪرڻو ۽ ڪڏهن تہ هو جيڪي چوندو آهي ان تي خود پاڻ حيران ٿي ويندو آهي. سندس سيڪريٽري جي اسان جي پر ۾ ويٺا هئا سي سندس راين ۽ ويچارن جو نئون روپ ڏسي وائڙا ٿي رهيا هئا. اهوئي ڪارڻ آهي جو مان گانڌيءَ کان ۽ گانڌيءَ بابت گهڻيئي ڪجهہ سکي سگهيس. هن منهنجي اڳيان رڳو حقيقت ۽ رايا ڪونہ پيش

ڪيا. هن تہ پاڻ ڪولي ظاهر ڪيو. هو تہ هر ڪنهن ملاقاتيءَ کي پنهنجي (گانڌيءَ جي) خلاف هڪ "هتيار" ڏيئي ڇڏيندو آهي. اهڙو ئي تہ گانڌي آهي! هو پنهنجي دماغ منجهہ ڪنهن بہ ڳالهہ تي چوڪسي ڪونہ رکندو آهي. جيئن مثال طور چوندو آهي تہ "اگر مون کي موقعو ملي تہ جپان وجي جنگ بند ڪرايان."

ڪيس سموري سڌ آهي ۽ خود اتي ئي پاڻ چوندو آهي تہ مون کي اهو موقعو هرگز ڪونہ ملندو ۽ چاهي وڃان بہ ڪٿي تنهن هوندي بہ جپان صلح ڪونہ ڪندو. باقي ڇا لاءِ ٿي هن چيو تہ هو جپان ويندو؟ ڇاڪاڻ تہ ڪيس اهڙو خيال تري آيو. صلح وادي هئڻ ڪري هو خونريزي بند ڪرائڻ ئي چاهي ٿو. هيءَ ڳالهہ اسميوءَ آهي ان ڪري چوڻ ئي نہ ڪپي سا ڳالهہ گانڌي ڪونہ قبوليندو.

گانڌيءَ کي ڪڏهن مزو ايندو آهي تہ جيڪي اڻ تيٽيون ۽ بي عملي ڳالهيون آهن تن کي ظاهر ڪري. موجوده وگيانڪ ڪوجنائن کي هو حقارت جي نظر سان ڏسي ٿو. ڪيس ڄاڻ آهي تہ هو گهڙيال جا ڪانٽا پنيان ڦيرائي ڪونہ سگهندو. موٽرن کي بند ڪونہ ڪري سگهندو. ها ان مان مزو حاصل ڪري سگهي ٿو. سندس ويچار آهي تہ فيڊرل جوڙجڪ ضروري نہ آهي. ڪيس ويهي ٻڌائبو تہ فيڊرل حڪومت کان سواءِ فلاڻيون مشڪلاتون پيش ٿينديون؛ تڏهن بہ ڪونہ قبوليندو. اجا وڌيڪ دليل بازي ڪريوس ۽ آخر چوندو:-

"مون کي سڌ آهي تہ منهنجي شخصي راءِ هوندي بہ، مرڪزي حڪومت قائم ڪئي ويندي." گانڌيءَ جي ويچارن جو سچو چڪر هي آهي: نئون اصول ٻڌائي ان جي وڪالت ڪندو ۽ آخر قبول ڪندو تہ عمل ۾ ڪونہ اچي سگهندو. سندس من لچڪئو آهي. جنهن وقت هو ڪم ڪرڻ چاهي ٿو ان مهل ڄڻ نيم ڊڪٽيٽر بنجيو پوي. اهڙي مهل پنهنجي دليلن جي داٻ ۽ پوئلڳن جي پشتيءَ سان مخالفت ڏر کي ڪيرايو ڇڏي. پر سندس ويچارن ۾ ڊڪٽيٽر جو ڪوبہ جزو نظر ڪونہ

تو اچي. ڪوبہ ڊڪٽيٽر ڪڏهن بہ پنهنجي غلطي ڪونہ قبوليندو. پر گانڌي ائين ڪري سگهي ٿو ۽ اڪثر ڪري ڪندو آهي.

گانڌي گهڻو ٺٺو هندو آهي: هندو ڌرم سيني سان سهنشيلتا رکندڙ ۽ وسيع آهي. هڪ ئي مالڪ ۾ هندن جو عقيدو آهي. ڪي ڪرست کي مڃين ٿا. ڪي تہ اناستڪي بہ آهن. انهن جو چوڻ آهي تہ هندو ڌرم جيوت جي رهڻيءَ جو هڪ اصول آهي ۽ مالڪ يا مڃتا سان ان جو ڪوبہ تعلق ڪونهي. ڪي بت بہ پوڄيندا آهن. ڪي جبلن، پهاڙن، ندين ۽ پاڻيءَ کي پوڄيندا ڇاڪاڻ تہ اهي بہ ڪڏهن عورت يا مرد جي روپ ۾ هئا. هڪ هندوستانيءَ مون کي چيو:-

"نائگرا آبشار هندوستان ۾ هجن تہ انهن جي پوڄا ڪئي وڃي ها."

گانڌيءَ بابت عام طور ائين ئي چوندا آهن تہ سموري زندگي عام کي ارپڻ ڪري ڇڏي اٿس. هو عام وانگر رهي ٿو ۽ سندن مصيبتن ۽ مفلسيءَ ۾ انهن سان همدرد ۽ حصيدار آهي. ڪابہ دولت يا ملڪيت ڪونہ اٿس. هڪ ئي آرزو اٿس دل ۾ تہ وطن آزاد ڏسان مان! ان ڳالهہ لاءِ پين لکها هندوستانين کي پڻ چاهنا آهي. ان ڪري هو جڻ سندن تمنا جي نشاني بنجي پيو آهي.

هندوستان ۾ جتي بہ ڪنهن هندوستانيءَ برطانيہ جي خلاف ٿي ڳالهيون تہ مون ڪانئس ان جو ڪارڻ ٿي دريافت ڪيو. هڪ وڏي مسلمان عملدار کان پڇيو هوم:-

"ايترا هندوستاني برطانيہ جي برخلاف ڇو آهن؟"

"ڇو نہ هوندا؟" هن جواب ڏنو. "ڌاري قوم جا راڄ ڪري ٿي تہ اتي جي مظلوم قوم ڪڏهن ڪونہ ان مان راضي هرندي."

گانڌيءَ کي هندو، مسلمان، پارسي، ڇاهي هريجن شرڌالو ۽ مريد آهن جن جو منجهس ايمان آهي ڇاڪاڻ تہ هو سالن کان پنهنجي ملڪ جي آزاديءَ لاءِ لڙندو رهيو آهي. گهڻن جا گانڌيءَ سان ڪن خاص ڳالهين تي اختلاف پڻ آهن. ڪي مسلمان مٿس تهمت هڻندا آهن تہ هو هندو راڄ

برپا ڪرڻ ٿو چاهي. پر قومي آزاديءَ لاءِ هو جيڪي ڪوششون وني رهيو آهي ان ڪان بلڪل تورا انڪار ڪندا. اڄ ڪالهہ قومي محبت سياويڪ، بنيادي ۽ اُتساه تي پيئي آهي. ان جذبي جي اظهار لاءِ اثر ۽ زور واري گانڌي تي هڪ يگاني شخصيت آهي.

گانڌيءَ کي يقين آهي تہ سيواگرام جي جهوپڙيءَ ۾ ويني، جيڪي ملاقاتي وٽس اچن انهن ۽ پنهنجي لکپڙهہ وسيلي هو عام هندوستانين جي عبادت ۽ امنگن جو احساس ڪري سگهي ٿو. عام کي چا گهرجي ان جي کيس ڄاڻ آهي ۽ ان ڪري سندن پاران ڪوبہ قدم کڻڻ جو کيس هرڪو اڏڪار آهي. هندوستان ۾ گانڌي سمايل آهي. سندس سمورا حواس هندوستان جو آواز ڄهڻ لاءِ هر وقت هوشيار بيٺا آهن. هو اهو آواز ٻڌي ٿو. کيس يقين آهي تہ ان جو پورو مطلب پڻ سمجهي ٿو. اڳواڻن لاءِ روشني ۽ عملي نسخو، اهڙي خاطري ۽ يقين تي آهن. سماجڪ واد ۽ اقتصاد تي پنهنجن ويچارن بابت گانڌيءَ کي شايد کي شڪ گمان هجن. طريقن ۽ وقت کي هيٺ مٿي ڪرڻ لاءِ هو هميشہ تيار آهي. پر آزاديءَ جي اهم سوال تي هو ضدي، هوڏيلو ۽ هنيلو آهي! ان لاءِ مرڻ بہ قبوليو اٿس. هن فهرست ۾ تياڳ ۽ قرباني ئي سڀ کان مٿي ليکيا وڃن ٿا.

ساري دنيا ۾ هندوستان اندر عام ماڻهو ڌرم ۽ مذهب ۾ وڌيڪ چاه وٺندا آهن. اهڙي ديس ۾ گانڌي جي سچائپ، ڏاهپ ۽ اونهن ڌرمي ويچارن کيس ضرور عام ۾ وڌيڪ تڪڙو ۽ اڳرو ڪيو آهي. پر انهن سيني وصفن کان وڌيڪ آهي. سندس دل ۾ آزاديءَ لاءِ زوردار تمنا ۽ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ بيحد تڙپ. منهنجي خيال ۾ آزاديءَ لاءِ اڪير، هن جي دل ۾ اهنسا کان بہ مٿي ڏاڪو چڙهي بيٺي آهي. نهروءَ، آزاد ۽ راجگوپال آچاريہ جهڙن شخصن سان هو ملي ڪم ڪري سگهي ٿو. پر هندوستان جي آزاديءَ جي دشمن جي هو ويجهو بہ ڪونہ ويندو.

دل ۾ آزاديءَ لاءِ ٻرندڙ باهہ هئڻ ڪري، گانڌي ڪروڙها هندوستانين جي وچ ۾ هڪ سريلو ميلاپ ۽ سلوڪت آهي. وڏن اڳواڻن

لاءِ اهڙي سلوڪت ضروري آهي ڇاڪاڻ تہ ان ذريعي ئي هنن کي سموري طاقت ملي ٿي. ان اڳواڻ جي ثابتي مسٽر ونسٽن چرچل جي تقريرن مان ملي ٿي. عام ان ڳالهہ جي ئي پوئواري ڪندو جيڪو پاڻ کي عام جي حالات ۾ وجهي سگهندو. ڪروڙها ننگا پيٽ بکيا، ابوجهہ ۽ جاهل ڪسان ۽ مزدور جي قومي هلچل وسيلي سؤ مان ۽ خوشحالي حاصل ڪرڻ چاهين ٿا، انهن مڙني جو گانڌي پاءُ يا پيءُ آهي. ڇڻ تہ هنن جهڙو، سندن ڪتنب جي ئي پيدائش آهي. بي انداز سڀيہ هندوستاني يا وڏا ڪارخانيدار جي پڻ ڌار ئي راڄ جي خلاف آهي يا ڌارين جو هتي رهڻ پسند نہ ٿا ڪن، تن جي بندگين ۽ امنگن جو گانڌي مجسم آهي.

گانڌيءَ جي زندگي هڪ ئي تنگ راه تي هلي رهي آهي. ڪيس آزاد هندوستان ڏسٽو آهي. وڏن اڳوائن منجهہ اها پڻ هڪ خوبي ٿيندي آهي. چرچل ۾ هڪ مکيہ خصلت هئي تہ هو برطانيہ جي طاقت قائم رکي. لينن چاهيو ٿي تہ روس کي جاگيرداري چڪڻ مان ڪڍي ٻاهر ڪريان. ابراهيم لنڪن اتحاد آڻن لاءِ خواهشمند هو. هٽلر کي هڪ ئي ڳالهہ دماغ ۾ ڦري رهي هئي تہ دنيا تي فتح حاصل ڪريان. عمدي سنگتراشيءَ جي ٽيل ڪم وانگر، اعليٰ انسان ۾ مڙيئي خصلتون موجود آهن!

(اڻ ڇاپيل ڪتاب "گانڌيءَ سان هڪ هفتو" تان ورتل)

●●

# سوديشي ۽ ڳوٺاڻا هنر

سچي سوديشي ڳوٺاڻن" هنرن کي همٿائڻ ۾ آهي. ان ۾ ڪوبہ شڪ ڪونہ آهي تہ اسين سوديشيءَ کي همٿائڻ سان قومي خزانو ڀرپور ڪري رهيا آهيون. سوديشي اسان جي هزارين بکين ۽ ننگن ڀائرن کي پيٽ لاءِ روٽي ٽڪر ۽ ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي ٽڪر ڏئي ٿي. تنهن کان سواءِ لکين ديشواسي جي بيڪار ۽ بيروزگار وينا آهن تن کي روزگار ملي ٿو ۽ انهن جي دماغي خواه پيدائشي ڏات وڌي ٿي. هزارين نوجوان جن جي بدني طاقت اجائي خلاص ٿي رهي آهي انهن کي ڪم آڻڻ لاءِ فقط سوديشيءَ جو پرچار ۽ سوديشيءَ جو هنڊائڻ هڪ ٽڪ علاج آهي يعني سوديشي ٺاهيو ۽ سوديشي پايو جو نعرو ئي سچي آزاديءَ جو منتر آهي. شهر واسين کي اها بلڪل ٿوري خبر آهي تہ ڳوٺاڻا اڌ بکيا' رفته رفته موت جي ڪنڌيءَ ڏانهن ڊوڙندا وڃن ٿا. سندن مصيبت زنده حالت اسان کان وسري وئي آهي. ڏاريا اسان جي جنتا جو رت چوسي رهيا آهن. سرڪاري انگ اکر ۽ ڪوڙيون رپورٽون اسان کي پنيلائي ڪونہ سگهنديون. سچ جي خبر تڏهن ٿي پوي جڏهن اسين ڳوٺن ۾ هڏن جا پڃرا ڏسون ٿا. هن گناهہ لاءِ انگريز سرڪار ۽ شهرن جا رهواسي ذميوار آهن. ڳوٺاڻن هنرن کي همٿائڻ ۽ زور وٺائڻ جي اها معنيٰ نہ آهي تہ جن کي وڏا ڌنڌا ۽ ڪارخانا آهن اهي ڇڏي اچي ڳوٺاڻن هنرن کي لڳن. پر جيڪي بيروزگار وينا آهن تن جي حالت سڌارڻ لاءِ هي بهتر طريقو آهي. تنهن ڪري منهنجي تجويز ڪنهن بہ نموني وڏن ڪارخانن جي خلاف ڪين آهي. مان تہ چوان ٿو تہ وڏن ڪارخانن کي پنهنجي نموني هلڻ ڏيو ۽ قومي خدمتگار هنن ننڍڙن هٿ جي هنرن کي لڳي وڃن جنهن مان ٻٽو

فائدو آهي، پهريون آهي بيروزگاري ۽ بک کي ٽارڻ ۽ ٻيو آهي ضروري گهرجن جي شين لاءِ پاڻ تي ڀاڙڻ.

منهنجو اهو عقيدو آهي ته جيڪڏهن رٽائتو ڪم هلايو وڃي ۽ مضبوط بنياد تي ٻڌو وڃي ته ٿوري وقت ۾ سڄو ڪاتو پاڻ تي ڀاڙي سگهندو ۽ نئين ذات پيدا ٿيندي. تنهن کان سواءِ سال بسال هزارين تعليم يافته چاهي اڻپڙهيل روزگار ۾ لڳندا ويندا ۽ پنهنجو پيٽ گذران عزت سان هڪ پاسي ڪندا ته ٻئي پاسي ملڪ جي ملڪيت جا ٻهارجي رهي آهي سا لٽ بند ٿي ويندي. مثال طور[*] مس جنهن سان مان لکي رهيو آهيان اها تينالي‌ءَ جي نهيل آهي. اٽڪل ٻارهن پورهيت ان مان پنهنجي آجيوڪا ڪري رهيا آهن. جيتوڻيڪ شروعات ۾ مس ۾ اوڻائي رهي ٿي پر اوائلي تڪليفن کي منهن ڏيڻو پوندو. هن ڪم لاءِ وڏي هنري جماعت هجي جا انهن کي وگياني طريقي تي هلائي ۽ انهن کي هو ڪنهن ڏس ۾ مدد ڪري هيءَ ڪم وڏنڊڙ آهي ۽ فقط ڪيميائي علم ۽ آزمودي جي ضرورت آهي.

تنهن ڪري اسان مان هر هڪ ديشواسي جو اهو فرض آهي ته اسين پاڻ ۾ سوديشي چيزن وٺڻ جي عادت وجهون ۽ ڳوٺائين شين کي دل و جان سان همٿايون. جيتوڻيڪ ڳهريائين اهي شيون سٺيون نه به تيار ٿين؛ پر ڪارخانن جون شيون خريد ڪري انهن کي دل شڪستو ڪري ڇڏڻ بدران اسان کي انهن جي خريداري ڪري ڪين همٿائڻ ۽ سڌارڻ ۾ مدد ڪرڻ گهرجي. اهڙي نموني اسين ڳوٺاڻي جي ڪلا ۽ ذات کي همٿايون ۽ جو قرض اسان کي لهڻي اهو ادا ڪريون. هن ڪوشش ۾ ڪامياب ٿينداسين يا نه تنهن جو ڊپ نه ڪري گهرجي. زندگيءَ ۾ اسان کي گهڻائي اهڙا موقعا ۽ آزمودا آيا آهن جني قومي ترقيءَ لاءِ اسان کي ڪيترين مصيبتن جو مقابلو ڪرڻو پيو آهي. تڏهين به اسين پنهنجي مقصد کي مضبوط ارادي سان چنبڙيا پيا آهيون. جيڪڏهن اسين اهو محسوس ٿا ڪريون ته هندستان جي هستيءَ جو دارومدار ڳوٺڙن تي آهي ته پوءِ اسين پنهنجا ڳوٺ آباد ۽ سجاڳ ڪريون، جنهن جي وسيلي فرقيپرستي

۽ ٻين نڪمين طاقتن کي تڙي سگهنداسين. اسين هينئر وري ڳوٺن ۾ وڃون ۽ انهن کي پنهنجو مضبوط هٿيار بڻايون ۽ ائين نه ڪريون جو شهرن جي ڏيکاءُ واري زندگي ڪٽي اتي وڃون. تنهن ڪري اسان کي ڳوٺاڻن هٿ جي هنرن جون ٺهيل چيزون واپرائڻ گهرجن. اهڙي ڪا به ضروري شئي نه آهي جا ڳوٺ ۾ ٺاهي نٿي سگهجي جيڪڏهن دل ۽ اُمنگ سان ان ڪم کي جنبي وڃون ته لکين روپيا ڳوٺاڻن جي کيسن ۾ وڃي سگهون ٿا، جي هوئڻ جيڪر ٻاهر لٽجي وڃن. ولايتي چيز واپرائڻ سان اسين پنهنجي ڀائرن جي روزيءَ تي لت ڏيئي رهيا آهيون ۽ پنهنجا پيسا ڌارين ملڪن ڏانهن موڪلي رهيا آهيون.

هندستان اندر جو هيڏو ڪچو مال پيدا ٿئي ٿو سو ٻاهرين ملڪن کي سستي اگهه تي وڪڻون ٿا جنهن مان هو ڪارخانن ۾ شيون ٺاهي بلڪل ڳاٽي ڀڳن اگهن تي اسان جي ملڪ ڏانهن جهاز ڀري موڪلين ٿا ۽ ائين هر سال ڪروڙها روپيا اسان جي ديش مان لٽجي رهيا آهن. گانڌيءَ جي هلچل کان اڳ ۾، سٺ ڪروڙن رپين جو ڪپڙو هر سال اسان جي ملڪ ۾ ايندو هو. ان مان سمجهي سگهجي ٿو ته هندستان جي سائي ۽ سبز ملڪ کي ڪيئن ڏڌو پيو وڃي. پر گانڌيءَ جي هلچل اهڙو ته ڌڪ اڇي هنيو آهي جو هينئر ڪيترن ڪروڙن روپين جو ڪپڙو اچڻ بند ٿي ويو آهي، جنهن مان اسان جا ڳوٺاڻا ڪوري ڪاسبي پنهنجو گذران ڪري سگهيا آهن. نه فقط ايترو پر هن سوديشيءَ جي هلچل جي عجيب هٿيار جي اهميت اسان 1930 واري آندولن وقت چڱيءَ طرح محسوس ڪئي. سوديشي هلچل ايڏو ته زور ورتي ويئي جو انگلينڊ مان مال اچڻ ذري گهٽ بند ٿي ويو. انگلينڊ جا شاهوڪار ۽ سرمايدار جي هندستان جي خون تي پلجندا رهن ٿا تن جو ساهه اچي مٺ ۾ ٿيو، ڇاڪاڻ نه مال جي پيدائش ٿيندي رهي پر وڪرو بند ٿي ويو تنهن ڪري انهن کي وڏي نقصان پوڻ جو امڪان هو. ان ڪري انگلينڊ جي سرڪار تي زوربار آڻي گانڌي ارون ناهه ڪرايائون. جيڪڏهن سچ پچ اسين هن هٿيار سان لڙون ته پهريون ته اسين پنهنجي آزاديءَ جي منزل تي جلد پهچي سگهنداسين ۽

پيو ته انهن اکن پائرن جي حياتي بچائي سگهنداسين، جيڪي به ويلا ڪاڌي ۽ پوري ڪپڙي نه ملڻ ڪري، بک ۽ سرديءَ جو شڪار بڻجي رهيا آهن.

ان ڪري جيڪڏهن سوديشي هنڌائڻ ڪي اسين پنهنجو ڪمائتو هٿيار ٿا سمجهون ته پوءِ جيسين اسان ڳوناڻن هنرن کي همٿايو ۽ زور نه وٺايو آهي تيسين اسان جو مطلب پورو ڪين ٿيندو. هٿ جا هنر جيترو ترقي ڪندا اوترو پيداوار به گهٽي تيندي ۽ مال به آهستي آهستي بهتر ٿيندو ويندو.

مان هميشه چوندو آهيان ته اڳوڻا هنر ناس ٿيا ته هندستان به تباهه ٿي ويندو. اسان کي بي حد ڪوشش وٺڻي آهي ته هر هڪ ننڍو ڳوٺ پيداوار جو ننڍو مرڪز بڻجي جنهن ۾ ڳوٺ جي ضرورتن لاءِ سڀ شيون پيدا ٿين ۽ ڳوٺ خد آڌار ٿي پوي. جيڪڏهن ڳوٺن ۾ وگياني طريقي جا اوزار ۽ مشينون ڪم آنديون وڃن ته مون کي ڪنهن به قسم جو اعتراض ڪونه آهي. ان ڪري ته انسان جو پورهيو هيڪاري گهٽجي ٿو. پر مون کي اعتراض ان تي آهي ته اهي ڪلون ۽ اوزار انساني رت چوسڻ جو ذريعو نه بنجن ۽ هڪڙو انسان ٻئي انسان جي پگهر جي پورهئي تي نه پلجي!.

••

# گلزار گانڌي آهي

ٿلهہ: گلزار هند جو گل بيخار گانڌي آهي
ڀارت جو لاڏلو پراسرار گانڌي آهي
1- موهي ٿو مرڪي مرڪي ماڻهن جون دليون ڀاڻو
ٿڙندو رهي هميشه، گلزار گانڌي آهي
2- دنيا جي تواريخ ۾ هستي رکي ٿو اعليٰ
ڀارت جي سچي سونهن سينگار گانڌي آهي
3- ناا يدي ڪڏهن ويجهو ايندي نہ آهي هن جي
هر وقت خوشمنا ۽ خوشگوار گانڌي آهي
4- مهما ٿو ڳائي هرڪو هر هنڌ هميشه هن جي
انقلابي زماني جو آثار گانڌي آهي
5- ماتا پيئي پڪاري رويو پيئي روئاري
هن حال ڏي نهاري بيقرار گانڌي آهي
6- اريي ڇڏي اٿائين جيون سڄي وطن کي
مقصد پنيان مرڻ لئہ پڻ تيار گانڌي آهي
7- هن سال آرزو شل "ناشاد" ٿئيس پوري
اڄان سال گهڻا ديش، کي درڪار گانڌي آهي

پيسو "ناشاد"

••

# گلشن پبليڪيشن جا ڇپايل ڪتاب

| نمبر | ڪتاب جو نالو | ليکڪ جو نالو | قيمت |
|---|---|---|---|
| 1. | شوق جو اظهار عرف صدمي جي سوڪڙي | موهن لال شرما | ختم |
| 2. | وڏا اديب وڏيون ڳالهيون | عبدالقادر جوڻيجو | ختم |
| 3. | لائبرري سائنس جي تعليم پاڱو پهريون | شاهه محمد بلوچ | 125/= |
| 4. | آڪاش رات وهائي | مير عبدالحسين خان سانگي | ختم |
| 5. | ڪتبخاني جو انتظام | مترجم: شاهه محمد بلوچ | 8/= |
| 6. | آدرش رنگ | ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ | ختم |
| 7. | سنڌ جا مير ۽ مياڻي جي جنگ | اُدارام چاندو مل ٿڏاڻي | ختم |
| 8. | سنڌ جا هنر | نارائڻداس. آر. ملڪاڻي | ختم |
| 9. | سنڌ جو ٻمبئي کان جدا ٿيڻ | جمشيد. اين. آر. مهتا | ختم |
| 10. | ادب ۽ ماحول | ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ | ختم |
| 11. | رهنمائي سنڌي نصاب | منور سلطانه | ختم |
| 12. | سوچن جي صليب تي | ميمڻ روشن تبسم | ختم |
| 13. | طالب المولى | پروفيسر محبوب سروري | ختم |
| 14. | ميراڻي سنڌڙي | نارائڻداس. آر. ملڪاڻي | ختم |
| 15. | لائبرري سائنس جي تعليم پاڱو ٻيو | شاهه محمد بلوچ | 35/= |
| 16. | صوبه سنڌ خلافت ڪانفرنس | سيف الرحمان ابو المصطفىٰ | ختم |
| 17. | تقرير جو فن | مترجم: شاهه محمد بلوچ | ختم |
| 18. | لطيف ڪوئز | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | ختم |
| 19. | غم شهيدان | مرزا فتح علي بيگ | ختم |
| 20. | ڊاڪٽر محمد قاضي ۽ لائبريرين شپ | شاهه محمد بلوچ | ختم |
| 21. | مارئي ۽ مان | ميمڻ روشن تبسم | ختم |
| 22. | وطن پرست زوبيا | موتيرام ڪشنچند آهوجا | ختم |
| 23. | سوڍن جي صاحبي يا راڻي جو راڄ | ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي | 50/- |
| 24. | ڪوٽڙي ڪبير جو مختصر تاريخي جائزو | مرتب: گل شير بلوچ | ختم |
| 25. | فقير جي شادي | جيٺانند پاوندداس لعلواڻي | ختم |
| 26. | جادو جو پتو | جيٺانند پاوندداس لعلواڻي | ختم |

| | | |
|---|---|---|
| 27. پکھ پکت | پڳوان ايم. سکراڻي | ختم |
| 28. دنيا جو سٽر | سيٺ گنگارام تلوکچند | ختم |
| 29. ست سنڌي ڪهاڻيون | اُتم | ختم |
| 30. محبوب سروري بحيثيت نثر نويس | مرتب: شاهہ محمد بلوچ | 55/= |
| 31. ڪتاب پڇپيرس کان پيپر بنڪ تائين | دوست محمد پٽي | 30/= |
| 32. بنگالي ڪهاڻيون | پڳوان آءِ. شهاڻي | 15/= |
| 33. عظمت فصاحت | مرزا فتح علي بيگ | ختم |
| 34. ڪُنيءَ منجهہ ڪٺا | مرزا فياض علي بيگ | ختم |
| 35. لطيفي لات | مرزا قليچ بيگ | ختم |
| 36. سنڌ ڪونڌ | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | ختم |
| 37. ڊاڪٽر علام علي الانا جا چونڊ مضمون ۽ مقالا | مرتب: گل شير بلوچ | ختم |
| 38. ڪلام حامد | مرزا فتح علي بيگ | ختم |
| 39. آسمان، ڌرتي ۽ انسان | مولوي نور محمد سنڌي | 150/= |
| 40. قضيو ڪربلا جو ۽ سنڌي سلام ڀاڱو پهريون | مرزا فتح علي بيگ | ختم |
| 41. ڪتاب ۽ ڪتبخانا | گل شير بلوچ | 30/= |
| 42. درجي بندي | دوست محمد پٽي | ختم |
| 43. تصوف جي تاريخ | مولوي نور محمد سنڌي | ختم |
| 44 مناجات شاهہ | فتح چند منگترام | ختم |
| 45. قضيو ڪربلا جو ۽ سنڌي سلام ڀاڱو ٻيو | مرزا فتح علي بيگ | ختم |
| 46. سيرت ڪونڌ | شاهہ محمد بلوچ | ختم |
| 47. ڊاڪٽر محمد علي قاضي تحريرن جي آئيني ۾ | مرتب: شاهہ محمد بلوچ | ختم |
| 48. ماڻڪ مٽيادار | مولوي نور محمد سنڌي | ختم |
| 49. تاريخ خانہ ڪعبہ | مولوي نور محمد سنڌي | ختم |
| 50. سنڌي طباعت ۽ اشاعت جي تاريخ | ڊاڪٽر الهہ رکيو ٻٽ | ختم |
| 51. وڏن ماڻهن جو عشق | مترجم: شاهہ محمد بلوچ | ختم |
| 52. انساني تهذيب ۽ ڪتبخانا | گرڌنو گانگاڻي | ختم |
| 53. ادبي سوغات | منور سلطانہ | ختم |
| 54. ادب ۽ تنقيد | ڊاڪٽر محمد ابراهيم شيخ | 100/= |
| 55. سمات | ڊاڪٽر الهہ رکيو ٻٽ | 70/- |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 56. | شيري ۽ پوري | شمس الدين سومرو | ختم |
| 57. | مولانا عبيدالله سنڌي جو افتتاحي خطبو | مولانا عبيدالله سنڌي | 25/= |
| 58. | آئينہ ڪتب خانہ | گرڊنو گانگاڻي | ختم |
| 59. | جنهن ڪي رب رکي | شمس الدين سومرو | ختم |
| 60. | شيخ اياز شخصيت ۽ فن | گرڊنو گانگاڻي | ختم |
| 61. | سنڌي زبان ۾ لائبريري سائنس جي ببليو گرافي (1901 کان 1995ع تائين) | شاهہ محمد بلوچ | 40/= |
| 62. | ڊڪشنري آف لائبريري سائنس (انگريزي) | شاهہ محمد بلوچ | ختم |
| 63. | نيڪي جو بدلو نيڪي | شمس الدين سومرو | 30/= |
| 64. | ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر (جلد اول) | نور افروز امين خواجہ | 150/- |
| 65. | عڪس جمال مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم | شاهہ محمد بلوچ | ختم |
| 66. | مذهب ۽ ڊرم | سنڌيڪار: گرڊنو گانگاڻي | 70/= |
| 67. | پورو بگهڙ | سنڌيڪار: يوسف سنڌي | 120/= |
| 68. | ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر (جلد ٻيو) | نور افروز امين خواجہ | ڇپائي هيٺ |
| 69. | سنڌ جي هندن جي تاريخ (ڀاڱو پهريون) | ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي | 150/= |
| 70. | ڇو، ڇا، ڪيئن ۽ ڪڏهن؟ | يوسف سنڌي | 75/= |
| 71. | هڪ انقلابي جو ننڊپڻ | نجم عباسي | 50/= |
| 72. | اُتر لڳا آءُ پرين | عبدالغني پليجو | 100/= |
| 73. | سوانح حيات سلطان الاولياء خواجہ محمد الزمان | آزاد قاضي | 50/= |
| 74. | سنڌ جو ميلاني (ڀاڱو پهريون) | ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي | ڇپائي هيٺ |
| 75. | سنڌ جي هندن جي تاريخ (ڀاڱو ٻيو) | ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي | 200/- |
| 76. | سنڌي ادب جي مختصر تاريخ | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | ڇپائي هيٺ |
| 77. | رياست خيرپور | مرزا قليچ بيگ | ڇپائي هيٺ |
| 78. | ڪاري رات اڇو ڏينهن | ترجمو: حسين بخش لغاري | 130/- |
| 79. | اڪيلائيءَ جو آسمان | ايوب کوسو | 120/= |
| 80. | ٽٽل، ڊٺل ۽ ڊهندڙ ڀاڇولا | مشتاق احمد شورو | 80/= |

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولڻ سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيـڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪـري ٿو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڳڳَن، چپائيندڙن ۽
چاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين تا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٿوڙي نيرا، ساوا ٿوڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)